يا غوث معظم نور هديٰ مختار نبي مختار خدا
سلطانِ دو عالم قطب علٰيٰ حيران ز جلالت ارض و سما

# مناقب محي الدين جيلاني

بفيضانِ نظر

## حضرت صوفي فقير وزير حسين درازي قادري



سگِ درازا فقير عامر علي درازي

# پنهنجي پاران

هن فطني واري دور ۾ مسلمانن جا تمام فرقہ خاص ڪري نوجوان طبقو عجيب وهمن ۾ مبتلا آهي هڪ طرف هڪ طبقو بزرگان دين کي فقط عام انسان ئي سمجهن ٿا ٻئي طرف وري ڪي اهڙا بہ آهن جيڪي صرف انهن کي نہ پر اسلام کي ئي ڪجھ نہ ٿا سمجهن. اهڙي ماحول ۾ ضرورت آهي تہ اهڙا رسالہ ۽ ڪتاب شايع ڪيا وڃن جيڪي ڪنهن جي شخصيت جي صحيح عڪاسي ڪري سگهن، انهن جي سيرت انهن جي ڪردار ۽ انهن جي زندگي ۾ سبق آميز واقعا جيڪي سيني جي لاءِ رهنمائي جي راهہ تي سگهن ٿا. ان ئي سلسلہ جي ڪڙي جو هڪ ڪتاب "مناقب محي الدين جيلاني" آهي جيڪو مرشد رهبر ڪريم حضرت صوفي فقير حڪيم وزير حسين درازي قادري جن جي حڪم سان لکيو ويو آهي، جنهن کي پڙهڻ سان اطمنان قلب حاصل ٿيندو.

**فقير عامر علي درازي**

# انتساب

محبوب سبحاني قطب رباني غوث صمداني سيدنا غوث الاعظم حضرت شيخ الکل عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ جن جي بارگاهہ ۾ ان التجا سان گڏ پيش ڪيان ٿو تہ پاڻ هن عاجزانہ ڪاوش کي مقبول و منظور فرمائيندا ۽ پنهنجي هن غلام تي ڪرم فضل ۽ رحمت جي نگاهہ قيامت تائين قائم رکنداءِ ۽ هن غلام کي پنهنجن محبوبن ۾ شامل فرمائيندا چو تہ هي عاجز ڄاڻي ٿو تہ سندن جي غلامي ئي سان فقر جي انتهاءِ الله پاڪ ۽ محبوب آقا عليہ السلام جي بارگاهہ ۾ رسائي حاصل ٿيندي آهي.

# فهرست


| | | |
|---|---|---|
| 1 | پيشنگوئي | 1 |
| 2 | ولادت بسعادت | 4 |
| 3 | اسم پاڪ ۽ لقب مبارڪ | 6 |
| 4 | سلسلہ نسب پاڪ | 6 |
| 5 | والد ڪان سلسلو مبارڪ | 6 |
| 6 | والده ماجده ڪان سلسلو مبارڪ | 6 |
| 7 | خلفاء راشدين سان سندن جو نسبي سلسلو | 7 |
| 8 | سلسلہ طريقت | 8 |
| 9 | حضرت شيخ ابو سعيد المبارڪ مخزومي | 9 |
| 10 | طريقت جو سلسلو | 11 |
| 11 | خلفاء راشدين سان سندن جو طريقت جو سلسلو | 13 |
| 12 | اعلان ولايت | 14 |
| 13 | الهامي گفتگو سرڪار غوث اعظم | 19 |
| 14 | غوث اعظم جي خدمت ۾ خراج عقيدت | 32 |
| 15 | حضرت مولاء روم رحمتہ الله عليہ | 32 |
| 16 | حضرت خواجہ خواجگان خواجہ معين الدين چشتي اجميري رحہ | 32 |
| 17 | حضرت شيخ نورالله سورتي رحہ | 33 |
| 18 | حضرت غوث بهاول الدين زڪريا سهروري ملتاني | 33 |
| 19 | شهنشاه نقشبند حضرت خواجہ بهاوالدين نقشبند رحمتہ الله عليہ | 34 |
| 20 | حضرت شيخ ابو المعالي رحہ | 35 |

| | | |
|---|---|---|
| 35 | حضرت گيسو دراز رحمتہ اللہ عليہ | 21 |
| 36 | حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحہ | 22 |
| 36 | حضرت سلطان العارفين شاه سلطان باهو سرڪار رحہ | 23 |
| 37 | حضرت خواجہ خواجگان قطب الدين بختيار ڪاڪي رحہ | 24 |
| 38 | حضرت شاه محمد غوث قادري لاهوري نوراللہ رضہ | 25 |
| 39 | عارف بااللہ شيخ حضرت نورالدين ابي الحسن بن يوسف شطنوني | 26 |
| 39 | حضرت شيخ محمد بن سعيد ذريح الزنجائي | 27 |
| 39 | حضرت ميان محمد بخش | 28 |
| 40 | حضرت مولانا نورالدين جامي رحہ | 29 |
| 40 | حضرت مخدوم علي احمد صاحب ڪليري | 30 |
| 41 | حضرت شاه نصير الدين نصير گولڙوي رحہ | 31 |
| 42 | چشتيہ چراغ حضرت خواجہ بنده نواز گيسو دراز چشتي رحہ | 32 |
| 42 | حضرت امام احمد رضا خان بريلوي رحہ | 33 |
| 43 | حضرت مولانا الحاج محمد امداد اللہ مهاجر مڪي | 34 |
| 44 | حضرت پير وارث شاه | 35 |
| 44 | حضرت امير مينائي رحہ | 36 |
| 45 | حضرت شاه قلواري قادري چشتي رحہ | 37 |
| 45 | حضرت مولانا غلام قادر گرامي رحہ | 38 |
| 45 | حضرت حسرت موهاني رحہ | 39 |
| 45 | حضرت شيخ ماجد الڪردي بدايوني رحہ | 40 |
| 46 | سنڌي شاعريءَ ۾ سيدنا غوث الاعظم جن جو شان مبارڪ | 41 |

| | | |
|---|---|---|
| 42 | حضرت خواجہ محمد حافظ المعروف  ميان صاحبڏنو موراڳي فاروقي رحہ | 46 |
| 43 | حضرت خواجہ پير عبدالحق فاروقي رحمتہ الله عليہ | 46 |
| 44 | حضرت حافظ عبدالوهاب فاروقي المعروف حضرت سچل سرمست رحہ | 48 |
| 45 | حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليہ | 48 |
| 46 | حضرت صوفي فقير نانڪ يوسف رحہ | 50 |
| 47 | حضرت صوفي فقير غلام حيدر گودڙيو | 51 |
| 48 | حضرت سردار بهادر محمد بخش ڪوجهي | 52 |
| 49 | مينگهو فقير شر (درازي فقير) | 52 |
| 50 | حضرت صوفي فقير بيخود سائين | 55 |
| 51 | حضرت صوفي سيد سائين انور علي شاهہ | 55 |
| 52 | حضرت فقير غلام علي مسرور بدوري | 56 |
| 53 | حضرت صوفي فقير فيض محمد عرف فيض الفقير | 57 |
| 54 | حضرت صوفي ولايت علي شاهہ جيلاني | 58 |
| 55 | حضرت قادر بخش بيدل رحہ | 58 |
| 56 | حضرت سيد صدرالدين شاهہ لڪياري | 60 |
| 57 | حضرت سائين سيد صالح شاهہ بادشاهہ راڻي پور | 60 |
| 58 | يارهين شريف | 71 |
| 59 | نعره غوث الاعظم | 71 |
| 60 | غزل سيدنا غوث اعظم جن جي ڪلام جا چند اشعار | 74 |
| 61 | سيدنا غوث اعظم رضي الله عنہ جن جا 99 اسم مبارڪ | 77 |
| 62 | ماخذ | 78 |

بادشاہ ہر دو عالم شاہ عبدالقادر است

سرور اولاد آدم شاہ عبدالقادر است

بر زمین و آسمان جن و بشر ہم قدسیاں

ساختہ ورد زباں ہم شاہ عبدالقادر است

## پيشنگوئي

**حضرت حسن بصري رضي الله عنه** جن فرمائن ٿا تہ سيدنا غوث اعظم جن کان پهريان اولياء رحمان مان ڪوبہ سندن جي ولايت جو منڪر نہ هو بلڪہ سين سندن جي آمد جي خبر ڏني.

(تفريح الخاطر)

**حضرت محمد بن احمد سعيد بن زريع الزنجاني قدس السره النوراني رحہ:** جن پنهنجي ڪتاب "روضتہ النواظر و نزهتہ الخواطر" جي باب ڇهين ۾ انهن مشائخن جو جنهن شيخ سيدنا غوث اعظم رحہ جي قطبيت جي مقام مرتبہ جي شاهدي ڏني آهي انهن جو تذڪرو ڪيو آهي. ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ سيدنا غوث اعظم رحہ کان پهريان اولياء رحمٰن ۾ سندن ڪو بہ منڪر نہ هو، بلڪ انهن سندن جي آمد جي بشارت ڏني آهي، حضرت حسن بصري رضي الله عنہ کان وٺي حضرت سيد محي الدين قطب سيدنا عبدالقادر جيلاني تائين باالوضاحت آگاهہ فرمايو آهي تہ جيترا بہ اولياء الله گذريا آهن سين حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني جي خبر ڏني آهي.

(تفريح الخاطر)

**حضرت شيخ خليل بلخي رحہ:** (پاڻ هڪ صاحب ڪشف بزرگ ٿي گذريا آهن) هڪ ڏينهن مجلس ۾ درس ڏئي رهيا هئا تہ سندن تي ڪشفي حالت طاري ٿي وئي ۽ فرمايو تہ الله جو هڪ برگزيده ٻانهو سرزمين عراق ۾ پنجين صدي ۾ ظاهر ٿيندو دين حق کي ان جي دم سان فروغ هوندو، هو پنهنجي وقت جو غوث هوندو، خلق خدا ان جو اتباع ڪندي ۽ هو جملہ اولياء و اقطاب جو سردار هوندو.

حضرت شيخ خليل بلخي رحہ جن سيدنا غوث اعظم کان گهڻو اڳ وفات ڪري ويو.

(اذڪار الابرار)

**حضرت شيخ المشائخ ابو عبدالله علي رحمته الله عليه:** حضرت امام يعقوب همداني رحه جن کان روايت آهي ته منهنجي مرشد هڪ دفعي اسان کي ٻڌايو ته مان حضرت غوث اعظم رحه جن جي ولادت کان ڪيترائي سال اڳ حضرت شيخ المشائخ ابو عبدالله علي رحه جن کان ٻڌو ته زمانو قريب آهي جو هڪ بزرگ جو ظهور سرزمين عراق ۾ ٿيندو جيڪو الله جو خاص ٻانهو هوندو، ۽ ان جو نالو عبدالقادر هوندو، الله تعالي ان کي تمام اوليائن جو سرتاج ٺاهيو آهي.

**حضرت ابوبڪر حوار رحه:** حضرت شيخ ابو محمد بطائحي رحه جن بيان ڪن ٿا ته حضرت غوث اعظم جن جي ولادت مسعود کان ٻٽيهه سال پهريان رمضان المبارڪ سن 538 هجري ۾ شيخ زمانه حضرت ابوبڪر حوار رحه جن هڪ مجلس ۾ واعظ فرمائي رهيا هئا ته انهن تي اچانڪ حالت ڪشف طاري ٿي وئي ۽ پاڻ فرماين ته اي انسانو آگاهه ٿي وڃو ڇو جو اهو زمانو گهڻو ويجهو آهي جو عراق ۾ هڪ عارف ڪامل پيدا ٿيندو، ان جو اسم گرامي عبدالقادر هوندو ۽ لقب محي الدين هوندو، هڪ ڏينهن هو حڪم الاهيءَ کان فرمائيندو ته (منهنجو قدم تمام اولياء الله جي ڪنڌ تي آهي)
(اذڪار الابرار)

**حضرت امام حسن عسڪري رحه:** حضرت شيخ ابو محمد بطائحي جن بيان ڪن ٿا ته حضرت امام حسن عسڪري جن وصال کان ٿورو اڳ پنهنجو جبو مبارڪ حضرت شيخ معروف ڪرخي جي حوالي ڪيو ۽ وصيحت فرمائي ته هيءَ امانت محبوب سبحاني عبدالقادر جيلاني رحه جن تائين پهچائجانءِ. مون کان پوءِ آخري صدي پنجين ۾ هڪ بزرگ ٿيندو، حضرت شيخ معروف ڪرخي جن اهو جبو مبارڪ حضرت جنيد بغدادي تائين پهچايو، انهن وري حضرت شيخ دنوري رحه جن جي حوالي ڪيو، ان طرح هيءَ مقدس امانت منتقل ٿيندي رهي، ايستائين جو هڪ عارف باالله جي ذريعي شوال سن 495 هجري ۾ حضرت غوث اعظم جن وٽ پهچي وئي.
(مخزن قادريه)

**حضرت شيخ ابو احمد عبدالله الجوني رحہ:** حضرت شيخ ابواحمد عبدالله الجوني الملقب الحقي رحہ جن سن 567 هجري ۾ ڪوهہ حرد ۾ پنهنجي خلوت ۾ وينا هئا اتي ارشاد فرماين تہ عنقريب عجم ۾ هڪ ٻار ٿيندو جنهن جي ڪرامات ۽ خوارق جي وجهہ سان گهڻي مقبوليت ٿيندي، ان کي تمام اوليائن جي ويجهو مقبوليت تامہ حاصل هوندي، ان جي وجود باجود ڪان زماني وارا شرف حاصل ڪندا، ۽ جيڪو ان جي زيارت ڪندو فائدو حاصل ڪندو.

(بهجت الاسرار)

حضرت شيخ مسلمہ بن نعمتہ السروجي رحہ کان ڪنهن پڇيو تہ هن وقت قطب زمانہ ڪير آهي؟ تہ پاڻ ارشاد فرمايائين تہ قطب وقت هن وقت مڪہ مڪرمہ ۾ آهي ۽ اهو پوشيده آهي، انهيءَ کي عارفن کان سواءِ ڪير بہ نہ سڃاڻي سگهندو، جيتوڻيڪ عراق جي طرف اشارو ڪري فرمايائين تہ جلد ئي هڪ عجمي شخص جن جو نالو مبارڪ عبدالقادر هوندو، ظاهر ٿيندو جن جون ڪرامتون ۽ خوارق عادتون ڪثرت سان هونديون، ۽ اهو ئي غوث و قطب هوندو، جيڪو عام ماڻهن ۾ (قدمی هٰذه عليٰ رقبته ڪل ولي الله) فرمائيندو، ۽ هو پنهنجي ان قول تي حق تي هوندو، تمام اولياء زمانہ سندن جي قدم جي هيٺان هوندا، الله تعاليٰ ان جي ذات عالي نسب ۽ ان جي ڪرامتن جي تصديق ڪرڻ جي وجهہ ڪان ماڻهن کي نفع ڏيندو.

(قلائد الجوائر)

## ولادت بسعادت

حضور محبوب ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن سيدنا غوث اعظم جن جي والد ماجد کي خوشخبري ڏيڻ تشريف کڻي آيا

يا ابا صالح اعطاک الله ابنا وهو ولي و محبوبي و محبوب الله وسيکون لہ شان

في الاوليـــــاء والاقطـــــاب کشــــاني بـــين الانبيـــــاء والرســـــله

اي ابو صالح (غوث اعظم جن جي والد جي ڪنيت)! توکي مبارڪ هجي الله تعاليٰ توکي اهڙو پٽ عطا فرمائڻ وارو آهي جيڪو منهنجو ولي، محبوب ۽ الله جو بہ محبوب هوندو ۽ ان جو شان ولين قطبن ۾ ائين هوندو جيئن منهنجو شان نبين ۽ رسولن ۾ آهي.

سندن جي ولادت بسعادت جيلان جي هڪ ڳوٺ ۾ پهرئين رمضان جمع جي ڏينهن سن 570 هجري مطابق 1075ع ۾ ٿي.

حضرت امام حافظ ابن ڪثير دمشقي پنهنجي تصنيف (البدايہ والنهايہ) ۾ حضرت غوث اعظم جو سن ولادت 470 هجري لکن ٿا ۽ حضرت امام يافعي رحہ جن پنهنجي تصنيف (مرات الجنان وعبرت اليطفطان) ۾ لکن ٿا تہ ڪنهن شخص سندن جي ولادت جي باري ۾ سوال ڪيو تہ پاڻ جواب ڏنائون تہ مون کي صحيح طريقي سان تہ ياد ناهي جيتوڻيڪ ايترو ڄاڻان ٿو تہ جنهن سال مان بغداد آيو هئس تہ ان سال شيخ ابو محمد رزق الله بن عبدالوهاب تميمي رحہ جن جو وصال ٿيو هو، ان وقت منهنجي عمر ارڙنهن سال هئي. ان حساب سان سندن جو سن ولادت 470 هجري ٿيو.

**حيرت انگيز واقعات :** حضرت سيد عبدالقادر جيلاني جن جي ولادت مسعود جي وقت گهڻا ئي حيرت انگيز واقعات ٿيا، سڀ کان وڏيڪ وڏي ڳالهہ هيءَ آهي تہ جڏهن پاڻ هن دنيا ۾ رونق افروز ٿيا تہ ان وقت سندن جي والده ماجده حضرت ام الخير فاطمہ رحہ جن جي عمر مبارڪ 60 سال هئي. عام طور تي 60 سالن جي عمر ۾ عورتن کي اولاد نہ ٿيندو آهي.

هي الله تعاليٰ جو خاص فضل هو جو ايتري عمر ۾ سندن جي بدن مبارڪ ۾ سيدنا غوث اعظم جن جي آمد مبارڪ ٿي.

**حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي رحہ** : جن فرمايو آهي تہ سيدنا غوث اعظم جن جي ولادت تي عالم غيب مان پنج عظيم و شان ڪرامتون ظاهر ٿيون.

1) جنهن رات پاڻ پيدا ٿيا ان رات ان جي والد ماجد حضرت ابو صالح جنگي دوست رحہ جن خواب ۾ ڏٺو تہ سرور ڪائنات، فخر موجودات، منبع ڪمالات، باعث تخليق ڪائنات، احمد مجتبيٰ، محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن ۽ سڀ صحابہ ڪرام ۽ اولياء ڪرام ان جي گهر جلوه افروز ٿيا آهن. ۽ هنن الفاظن مبارڪن سان ان کي خطاب فرمايو ۽ بشارت ڏني تہ "اي ابو صالح الله تعاليٰ توکي اهڙو فرزند عطا ڪيو آهي جيڪو ولي آهي، هو منهنجو ۽ الله تعاليٰ جو محبوب آهي، ۽ عنقريب ان جي اوليائن ۾ اها شان ٿيندي جيڪا انبيائن ۽ مرسلين ۾ منهنجي شان آهي."

غوث اعظم درمياں اولياء چوں محمد درمياں انبياء

2) حضرت غوث اعظم جن پيدا ٿيا تہ سندن جي ٻنهي ڪلهن مبارڪن جي وچ ۾ نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جي قدم مبارڪ جا نشان هئا. جيڪا ولي ڪامل هجڻ جو دليل آهي.

3) سندن جي والدين کي الله تعاليٰ عالم خواب ۾ بشارت ڏني تہ جيڪو توهان جي گهر ٻار پيدا ٿيندو تہ اهو سلطان الاولياء ٿيندو ۽ ان جو مخالف گمراه ۽ بد دين هوندو.

4) جنهن رات سيدنا عبدالقادر جن جي ولادت ٿي ان رات جيلان ۾ جنهن بہ عورت کي ٻار پيدا ٿيو انهن سڀن کي الله پاڪ پٽ ئي عطا ڪيو جن جو تعداد يارنهن سو (1100) هيو ۽ اهي سڀ جو سڀ ولي الله بڻيا.

5) سندن جي ولادت پاڪ رمضان مهيني ۾ ٿي ۽ پهرئين ئي روضو رکي آيا هئا ۽ سحري کان وٺي افطار تائين پاڻ والده ماجده جي ٿڃ نہ وٺندا هئا.

(مناقب غوثيہ)

## اسم پاڪ ۽ لقب مبارڪ

سلطان فقر، سيدالڪونين، سلطان اولياء، دستگير دوجهان، نور مطلق، محبوب سبحاني، قطب رباني، غوث صمداني، شهباز لامڪاني، قطب الاقطاب، شيخ الجن والانس، غوث الاعظم، بادشاه پير دستگير، يارهين وارو پير، سلطان اولياءِ، سيدالسادات، سيدنا و مولانا ابو محمد عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ آسمانن تي "باز اشعب" ۽ زمين تي "محي الدين" جي لقبن سان مشهور آهن.

## سلسلہ نسب پاڪ

### والد کان سلسلو مبارڪ:

سندن حسب و نسب حسني وحسيني آهن سندن نسب جو سلسلو والد ماجد جي طرف کان يارهين پيڙهي ۾ جناب حضرت سيدنا امام حسن عليہ سلام جن سان هن طرح ملي ٿو.

سيدنا عبدالقادر بن سيد ابو صالح موسيٰ جنگي دوست بن سيد عبدالله الجيلي بن سيد يحييٰ الزاهد بن سيد محمد بن سيد دائود بن سيد عبدالله بن سيد موسيٰ الجون بن عبدالله (جنهن کي عبدالله المحض بہ چوندا هئا) بن سيد حسن المثنيٰ بن سيدنا امام حسن بن امام علي ڪرم الله وجهہ (رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين)

### والده ماجده کان سلسلو مبارڪ:

سندن حسب نسب والده ماجده جي طرف کان ارڙهين پيڙهي ۾ جناب حضرت سيدنا امام حسين عليہ السلام جن سان هن طرح ملي ٿو.

سندن والده محترمہ جو اسم پاڪ "فاطمہ" ڪنيت "ام الخير" ۽ لقب "امتہ جبار" هو

بنت عبدالله صومعي بن ابي جمال بن محمود بن طاهر بن ابي عطا بن عبدالله بن ابي ڪمال بن عيسيٰ بن ابي علاءُ الدين بن جعفر بن محمد بن امام علي رضا بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام زين العابدين بن سيدنا امام حسين بن امام علي ڪرم الله وجهہ (رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين)

ڪن ڪتابن ۾ سندن والده محترمہ جو شجرو چوڏهين پيڙهيءَ سان هن طرح ڏيکاريو ويو آهي.

سيده ام الخير امت الجبار فاطمہ بن عبدالله الصومعي الزاهد بن ابو جمال بن محمد بن محمود بن ابو العطا عبدالله بن ڪمال الدين عيسيٰ بن ابو علاءُ الدين محمد الجورا بن بن سيدنا امام علي رضا بن سيدنا امام موسيٰ ڪاظم بن سيدنا امام جعفر صادق بن سيدنا امام محمد باقر بن سيدنا امام زين العابدين بن سيدنا امام حسين عليہ السلام.

## خلفاء راشدين سان سندن جو نسبي سلسلو

### سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ

سيدنا غوث الاعظم جن جي ڏاڏيءَ سڳوريءَ جو اسم شريف اُم سلمہ هو. ان جو شجرو مبارڪ هن طرح آهي.

اُم سلمہ بنت محمد بن طلحہ بن عبدالله بن عبدالرحمان بن سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ

### سيدنا عمر فاروق اعظم رضي الله عنہ

سندن جي وڏي ڏاڏي حضرت عبدالله المحض بن المظفر جي ماءُ جو نالو حفضہ بيبي آهي ان بيبي سڳوري جي پيءُ جو نالو عبدالله بن سيدنا عمر فاروق اعظم رضي الله عنہ آهي.

**سيدنا عثمان غني ذوالنورين رضي الله عنہ**

سندن جي وڏي ڏاڏي عبدالله المحض جي والده ماجده، حضرت عبدالله رضي الله عنہ جن سان نڪاح ثاني ڪيو هو. جنهن جي نسب پاڪ هن طرح آهي.

حضرت عبدالله بن مظفر بن عمر بن حضرت عثمان غني ذوالنورين رضي الله عنہ

## سلسلہ طريقت

سيدنا غوث الاعظم جن ٻن مشهور بزرگن سان مجاهدن جي دوران ملاقاتون ڪيون. جن جا نالا هي آهن

(01) حضرت ابو الخير حماد بن مسلم الدباس رحہ

(02) حضرت قاضي ابو سعيد المبارڪ الخرمي فاروقي رحہ

سيدنا غوث الاعظم جن جڏهن مجاهدا عبادت ۽ رياضت ڪان پوءِ پنهنجي تزڪيہ نفس جي منزل طئہ ڪرڻ لاءِ بغداد جي ٻاهران ويران برج ۾ يارنهن (11) سال مسلسل چلہ ڪشي ۾ گزاريائين جڏهن آخري چلو ڪرڻ لڳا تہ هڪ عهد ڪيائين تہ مان ان وقت تائين نہ ڪجهہ کائيندس نہ پيئندس جيستائين مون کي ڪو ڪامل رهبر پنهنجي هٿن سان اچي نہ کارائيندو. جيتوڻيڪ چاليهہ ڏينهن گذري ويا نہ پاڻ ڪجهہ کاڌائون نہ پيتائون مگر پنهنجي ان قول تي اٽل رهيا. بالآخر بغداد جي مشهور بزرگ عارف ڪامل قاضي القضات شيخ ابو سعيد المبارڪ مخذومي فاروقي رحمت الله عليہ جيڪو پنهنجي دور جو مشهور صاحب طريقت بزرگ هو. سيدنا غوث الاعظم جن وٽ آيا ۽ پنهنجي هٿن مبارڪن سان اچي غوث اعظم جن کي کاڌو کارايائون.

سيدنا غوث اعظم جن فرمائن ٿا تہ جڏهن پير ڪامل "منهنجي طريقت جي مرشد جيڪو ڳرهُ منهنجي وات ۾ وڌو ٿي انهيءَ ڳرهَ منهنجي سيني کي معرفت جي نور سان روشن ڪري ڇڏيو".

ان کان پوءِ سيدنا غوث اعظم جن عارف ڪامل حضرت شيخ ابو سعيد المبارڪ فاروقي جن جي دست هٿ تي بيعت ڪئي.

حضرت ابو سعيد جن کي خود پنهنجي طالب صادق تي بہ فخر هو هڪ دفعي سيدنا غوث الاعظم جن جڏهن ميخاني کان ٻاهر ڪنهن ڪم لاءِ ويا تہ حضرت ابو سعيد فاروقي جن فرمايو تہ "هن جوان جو قدم هڪ ڏينهن سيني ولين مٿان هوندو ۽ ان زماني جا سيئي اولياء سندس آڏو انڪساري ڪندا".

ان کان پوءِ حضرت پير ڪامل ابو سعيد فاروقي جن ولايت جو خرقہ پهرايو ۽ فرمايائون تہ "اي عبدالقادر هي خرقہ جناب سرور ڪائنات فخر الموجودات رسول مقبول جناب محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن سيدنا علي المرتضيٰ شير خدا ڪرم الله وجهہ جن کي عطا فرمايو هو. اهو خرقہ خواجہ حسن البصريءَ کي عطا فرمايو ان کان پوءِ ڦرندو مون تائين پهتو ۽ هاڻي هي خرڪہ ولايت مان توکي ڏيان ٿو.

سيدنا غوث اعظم جن فرمائن ٿا تہ جڏهن مان اهو خرڪہ ولايت پاتو تہ منهنجي مٿان نور جي بارش ٿيڻ لڳي. ۽ هڪ خاص قسم جي ڪيفيت طاري ٿي وئي.

حضرت پير ڪامل شيخ ابو سعيد المبارڪ فاروقي جن سيدنا غوث اعظم جن کي هدايت ڪندي فرمائن ٿا تہ هاڻي ان ويراني کي ڇڏي شهر جو رخ ڪر ۽ دين و سنت کي اجاگر ڪر. پوءِ شيخ ابو سعيد رحہ جن سيدنا غوث اعظم جن کي پنهنجي نئي مدرسي ۾ صدر المدرسين جي عهدي تي مقرر ڪيو ۽ پاڻ گوشہ نشين ٿي ويا. جيتوڻيڪ سيدنا غوث اعظم جن بہ مدرسي ۾ ئي قيام فرمايو جيئن ڏينهن رات پنهنجي مرشد ڪامل جي صحبت ۾ رهي فيض بہ حاصل ڪيان ۽ اسلام جي خدمت ٿيندي رهي.

(طبقات الڪبريٰ، ج01، ص127 - جامع ڪرامات اولياء ج،02 ص،202)

## حضرت شيخ ابو سعيد المبارڪ مخزومي

سلطان اولياء برهان اصفياء قطب عارفان قبلہ سالڪان واقف حقيقت جامع علوم معرفت حضرت شيخ ابو سعيد مبارڪ مخزومي جن جي ولادت

باسعادت بغداد شريف ۾ ٿي. سندن جو اسم شريف مبارڪ ابن علي بن حسين بن بنراد البغدادي المخزومي آهي، ۽ ڪنيت ابو سعيد آهي. پاڻ پنهنجي وقت جي ممتاز علمائن ۽ مشائخن کان علم ۽ فيض حاصل ڪيو، ايستائين جو فقہ، حديث، علم معقولات ۽ منقولات ۾ وڏي مهارت حاصل ڪيائين، ۽ حديث شريف جي روايت قاضي ابي يعليٰ ۽ هڪ جمائت ائمہ کان ورتي ۽ فقيہ شيخ ابي جعفر ابن ابي موسيٰ کان پڙهي،

**خلافت**: پاڻ مريد ۽ خليفہ حضرت شيخ ابراهيم ابو الحسن علي هڪاري جن جا آهن.

**خليفہ**: سندن جي خليفہ و اولاد جي باري ۾ اڪثر مورخين خاموشي اختيار ڪئي آهي. خليفن مان فقط هڪ سيدنا غوث اعظم رضي الله عنہ جو نالو ئي اڪثر ڪاتبن لکيو آهي.

سلطان اولياء برهان اصفياء قطب عارفان قبلہ سالڪان واقف حقيقت جامع علوم معرفت حضرت شيخ ابو سعيد مبارڪ مخزومي پاڻ سلسلہ عاليہ قادريہ جا سورهوان (16) شيخ طريقت آهن، پاڻ عهده قضا تي بہ معمور ٿيا، پر پاڻ ان کي ڇڏي ڏنائون. پاڻ هميشہ ياد الاهي ۾ مصروف رهندا هئا، سندن جي نظر خاص جو اهو مقام هو جو جنهن ڏانهن بہ توجہ ڪندا هئا تہ اهو دنيا کان بيخبر ٿي ويندو هو. حضرت شيخ پنهنجي وقت جو ممتاز ترين فقيہ ۽ بزرگ ترين امام هو، ۽ علم ظاهر توڙي باطن جو منبع هو، پاڻ علم مناظره ۾ مهارت خاص رکندا هئا، چار مذهبن مان پاڻ حنبلي مذهب جا مقلد هئا، باب الازج بغداد شريف جو تاريخي مدرسي کي بہ پاڻ قائم ڪيائين ۽ ان کي تعمير ڪيائين ۽ پنهنجي حياتي ۾ ئي سيدنا غوث اعظم جن جي حوالي ڪيو هيائين، پاڻ گهڻي عمر درس ۽ تدريس جا فرائض انجام ڏنا، ۽ صاحبزادن بہ سندن جي وصال کان پوءِ ان مدرسي ۾ پڙهايو. پاڻ خود فرمائن ٿا تہ "شيخ عبدالقادر کي خرقہ مون پارايو ۽ مون کي ان پارايو، ۽ هر هڪ، هڪ ٻئي کان تبرڪ حاصل ڪيو". ۽ پاڻ حضرت خواجہ خضر عليہ السلام جي مصاحب مان هئا، صبر، رضا، توڪل

۽ تفويض ۾ ثابت قدم رهندا هئا. ۽ تفريد ۽ تجريد ۾ يگانہ وقت هئا، ۽ صاحب مقامات بلند ڪرامات جا ارجمند هئا.

**تاريخ وصال**: سندن جو وصال مبارڪ 27 **شعبان المعظم** 513 **هجري** ۾ **بغداد** شريف ۾ ٿيو. پر ڪجھ ڪاتبن 4 شعبان، 10 محرم الحرام ۽ 07 **شعبان المعظم** 508 هجري ۾ بہ لکيو آهي.

ڪنهن شاعر سندن جو وصال مبارڪ هن طرح بيان ڪيو آهي.

بــــو ســــعيد آں اســــعد دور زمـــــن
جلـوه گــه شـد در جنـاں چـوں مـاه عيـد
قافلـــه ســـالار ســـالش ہســـت نيـــز
عابـــد طيـــب مبـــارک بـــو ســـعيد
شـــمس حـــق گـــو يـــا ز قطـــب عارفـــاں
ســـال وصـــلش طرفـــه لے گفـــت و شـــنيد

**مزار مبارڪ**: سندن جي مزار مبارڪ بغداد شريف ۾ سندن جي ٺي قائم ڪيل مدرسي باب الازج ۾ آهي.

خرقہ جنهن واسطن سان حضرت سيدنا غوث الاعظم جن تائين پهتو ان جو ذڪر ٻن طريقن سان اچي ٿو جيڪي هيٺ ڏجن ٿا.

## طريقت جو سلسلو (01)

1) محبوب ڪريم آقاء دو عالم رهبر ڪائنات عليہ الصلوات والسلام
2) شير خدا جناب حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله وجهہ
3) حضرت خواجہ حسن البصري رحہ
4) حضرت شيخ حبيب عجمي رحہ
5) حضرت شيخ دائود طائي رحہ
6) حضرت شيخ معروف ڪرخي رحہ

7) حضرت شيخ سري سقطي رحہ
8) حضرت شيخ جنيد بغدادي رحہ
9) حضرت شيخ ابوبڪر شبلي رحہ
10) حضرت شيخ ابو الفضل عبدالواحد تهيمي رحہ
11) حضرت شيخ ابو الفرح طرطوسي رحہ
12) حضرت شيخ ابو الحسن علي بن محمد القرشي رحہ
13) حضرت شيخ ابو سعيد المبارڪ بن علي المخرمي فاروقي رحہ
14) حضرت شيخ سيدنا غوث اعظم عبدالقادر جيلاني رحہ

## طريقت جو سلسلو (02)

1) محبوب ڪريم آقاء دو عالم رهبر ڪائنات عليہ الصلوات والسلام
2) شير خدا جناب حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله وجهہ
3) حضرت امام حسين عليہ السلام
4) حضرت امام علي زين العابدين عليہ السلام
5) حضرت امام محمد باقر عليہ السلام
6) حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام
7) حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام
8) حضرت امام علي موسيٰ عليہ السلام
9) حضرت شيخ معروف ڪرخي رحہ
10) حضرت شيخ سري سقطي رحہ
11) حضرت شيخ جنيد بغدادي رحہ
12) حضرت شيخ ابوبڪر شبلي رحہ
13) حضرت شيخ ابو الفضل عبدالواحد تهيمي رحہ
14) حضرت شيخ ابو الفرح طرطوسي رحہ
15) حضرت شيخ ابو الحسن بن علي الحڪاري رحہ
16) حضرت شيخ ابو سعيد المبارڪ بن علي المخرمي فاروقي رحہ
17) حضرت شيخ سيدنا غوث اعظم عبدالقادر جيلاني رحہ

## خلفاء راشدين سان سندن جو طريقت جو سلسلو

محبوب آقا عليہ السلام جن جا چار وڏا خليفہ هيا ۽ انهن ئي چئني خليفن کان سلسلہ فقر هليو، هڪ روايت ۾ اچي ٿو تہ سيدنا غوث اعظم رضي الله عنہ جن جو سلسلہ طريقت بہ انهن چئن ئي اصحابن سڳورن سان منسوب آهي.

### صديقيہ

محي الدين عبدالقادر جيلاني ، شيخ احمد اسود دينوري رحہ، شيخ همشاد علوي دينوري، ابوالعباس نهاوندي، شيخ ابو عبدالله محمد بن خفيف، شيخ ابو محمد بن حسن جزوي، شيخ سيد الطائفہ جنيد بغدادي، شيخ ابو سعيد خرازي، شيخ بشر حافي، شيخ ابو رجاء عطاردي، شيخ فضيل بن عياض، شيخ منصور سلمي، شيخ محمد بن مسلم زاهدي، شيخ محمد جبير نوفلي، شيخ ابو محمد معظم، افضل اصحاب بالتحقيق حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنہ.

### فاروقيہ

محي الدين عبدالقادر جيلاني، شيخ ابوالخير، شيخ يوسف، ابو الحسن علي، شيخ احمد بن عبدالعزيز، شيخ ڪهف المدين ابوبڪر عبدالله شبلي، سيدالطائف جنيد بغدادي، شيخ ابو سعيد خواز، شيخ ابو عبدالله مسوحي، شيخ ابو تراب نخشي، شيخ با يزيد بسطامي، شيخ امين الدين شامي، شيخ عبدالله، رئيس الاصحاب امير المومنين حضرت سيدنا فاروق اعظم رضي الله عنہ.

### عثمانيہ

محي الدين عبدالقادر جيلاني، شيخ حماد، شيخ ابو سعيد محمد مغربي، شيخ ابوبڪر احمد بن عثمان مغربي، شيخ ابو الفضل عبدالواحد يمني، شيخ احمد بن اسماعيل مڪي، شيخ ابوالمڪارم ابوبڪر عبدالله شبلي، سيد الطائف شيخ جنيد بغدادي، شيخ خواجہ ابو سعيد خرازي، شيخ ابو عبيدالله حسن مسرجي، شيخ ابو تراب نخشو، ابو عبدالرحمٰن حاتم اصم،

شيخ عبدالله خواص، شيخ عبدالواحد بن زيد، تكميل بن زياد، ڪامل الحياء وايمان امير المومنين سيدنا عثمان ذوالنورين رضي الله عنہ.

### مرتضائيہ

محي الدين عبدالقادر جيلاني، شيخ ابو سعيد مبارڪ مخرمي، شيخ ابوالحسن علي هنڪاري، ابوالفرح يوسف طرطوسي، ابوالفضل عبدالواحد يمني، عبدالعزيز سهيل يمني، شيخ شبلي، شيخ جنيد بغدادي، شيخ سري سقطي، شيخ معروف ڪرخي، امام موسيٰ رضا، امام موسيٰ ڪاظم، امام جعفر صادق، امام محمد باقر، امام زين العابدين، امام حسين عليہ السلام، امام اولياء تاج اصفياء امير المومنين مولا علي ڪرم الله وجهہ.

غوث اعظم درميان اولياء

چون محمد درميان انبياء

## اعلان ولايت

سيدنا غوث اعظم جن هڪ ڏينهن پنهنجي مدرسي ۾ وعظ ڪري رهيا هئا تہ اوچتو مٿن ڪشفي حالت طاري ٿي وئي ۽ فرمايائون تہ

(قدمی هٰذه عليٰ رقبته كل ولي الله)

منهنجو قدم هر وليءَ جي گردن تي آهي.

انهيءَ مجلس ۾ عراق جا گهڻو ڪري سڀ وڏا مشائخ پڻ موجود هئا جن سيني اهو ارشاد ٻڌي پنهنجو ڪنڌ جهڪايو. ان ڪان سواءِ سڄي دنيا تي جيڪي بہ قطب ابدال يا ولي هئا انهن بہ اهو آواز ٻڌو ۽ پنهنجو ڪنڌ جهڪايو.

هڪ روايت ۾ اچي ٿو تہ ان وقت دنيا تي اٽڪل ٽي سو تيرنهن (313) اوليائن سندن ارشاد مبارڪ تي پنهنجا ڪنڌ جهڪايا انهن جو تفصيل هن طرح آهي.

عراق سَٺِ، حرمين شريف سترنهن، شام ٽيهہ، مصر ويهہ، عجم چاليهہ، يمن ٽيويهہ، مغرب ستاويهہ، حبش يارنهن، سد يا جوج ماجوج ست، ڪوهہ ڪاف ستيتاليهہ، سر انديپ اَٺَ، ۽ جزائر بحر محيط چوويهہ.

عراق جا جيڪي اڪابر مشائخ ان مجلس ۾ وينا هئا انهن جا نالا هي آهي.

1) حضرت شيخ علي بن ابي نصير المهيتي رحہ
2) حضرت شيخ ابو سعيد قيلوي رحہ
3) حضرت شيخ مڪارم الاڪبر رحہ
4) حضرت شيخ يحيٰ المرتش رحہ
5) حضرت شيخ ابو عبدالله محمد التقرويني رحہ
6) حضرت شيخ ابو عمر ۽ عثمان البطائحي رحہ
7) حضرت شيخ ابو عباس احمد القزويني رحہ
8) حضرت شيخ دائود رحہ
9) حضرت شيخ شهاب الدين عمر سهروردي رحہ
10) حضرت شيخ ابوبڪر شيباني رحہ
11) حضرت شيخ ابو القاسم عمر بن مسعود بزاز رحہ
12) حضرت شيخ ابو محمد علي بن ادريس اليعقوبي رحہ
13) حضرت شيخ عثمان بن احمد العراقي الشوڪي رحہ
14) حضرت شيخ ابو حڪيم بن نهرواني رحہ
15) حضرت شيخ موسيٰ بن سائين رحہ
16) حضرت شيخ ابو محمد احمد بن عيسيٰ معروف مالڪوسجي رحہ
17) حضرت شيخ جميل صاحب الخطوه والزعقہ رحہ
18) حضرت شيخ ابو محمد الحريمي رحہ
19) حضرت شيخ ابو يعلي الغرار رحہ
20) حضرت شيخ ابو الحسن الجوسقي رحہ

حضرت عبدالمغيث بن حرب بغدادي رحہ جن بيان ڪن ٿا تہ اسان جي هڪ جماعت هئي جنهن ۾ تقريبن پنجاهہ مشائخ ڪرام بہ موجود هئا سيدنا

غوث اعظم جن جي ان مبارڪ مجلس ۾ حاضر هيا سين، هي مجلس محلہ حلبہ ۾ منعقد ٿيل هئي، جنهن ۾ پاڻ فرمايو هين (قدمی هٰذه عليٰ رقبته کل ولي الله) انهن ۾ عراقي مشائخن جا چند اسم گرامي هي هئا.

شيخ ابو عمرو عثمان البطائحي، شيخ قضيب البان، شيخ ابوالعباس احمد اليماني، شيخ ابو العباس احمد القزويني، شيخ دائود، شيخ علي بن الهيتي، شيخ بقاء بن بطو، شيخ ابو سعيد القيلوي، شيخ موسيٰ بن ماهان، شيخ ابوالنجيب سهروردي، شيخ ابوالڪرم، شيخ ابوعمرو عثمان قرشي، شيخ مڪارم الاڪبر، شيخ مطر، شيخ جاگير، خليفہ بن موسيٰ اڪبر، شيخ صدقہ بن محمد البغدادي، شيخ يحييٰ المرتعش، شيخ ضياء ابراهيم الجوني، شيخ ابو عبدالله محمد القزويني، شيخ ابو عبدالله محمد الخاص، شيخ ابو عمرو عثمان العراقي الشڪوڪي، شيخ سلطان المزين، شيخ ابوبڪر الشيباني، شيخ ابو العباس احمد بن الاستاذ، شيخ ابو البرڪات، شيخ عبدالقادر البغدادي، شيخ ابو محمد الڪوسج، شيخ مبارڪ الحميري، شيخ ابو السعود العطار، شيخ ابوعبدالله الواني، شيخ ابو القاسم البزار، شيخ الشهاب الدين عمر سهروردي، شيخ ابوالبقاء البقال، شيخ ابوحفض الغزالي، شيخ ابو محمد الفارسي، شيخ ابو محمد اليعقوبي، ابو حفض الڪيماني، شيخ ابوبڪر المزين، شيخ جميل صاحب الخطوه والزعقہ، شيخ ابو عمروالصير يفيني، شيخ القاضي ابو معليٰ الفراء، شيخ ابوالحسن الجوسقي، شيخ ابو محمد الحريمي، جن هئا.

سڀ ڪان پهريان حضرت شيخ علي بن الهيتي جن اٿيا ۽ منبر شريف جي ويجهو وڃي سيدنا غوث اعظم جن جو قدم مبارڪ پنهنجي ڪلهن مبارڪن تي رکيو اهڙي طرح سڀن پنهنجا سر مبارڪ جهڪائي ڇڏيا.

حضرت خواجہ سيد محمد گيسو دراز رحہ جن مخدوم شيخ نصير الدين چراغ دهلوي کان نقل ڪيو آهي تہ جڏهن سيدنا غوث الاعظم جن هي فقرو فرمايو تڏهن خواجہ معين الدين چشتي اجميري رحہ (جو سيدنا غوث اعظم جو هم عصر هو ۽ هندستان ۾ چشتي طريقو جو ڦهلائيندڙ هو) ان وقت جوانيءَ ۾ هو

۽ خراسان جي پهاڙن ۾ مجاهدن ۽ رياضن ۾ مشغول هو. اُن بہ اهو ارشاد پاڪ ٻڌي پنهنجو ڪنڌ جهڪايو ايتري قدر جو سندن پيشاني زمين سان وڃي لڳي ۽ فرمايائين تہ

''قد مک علیٰ راسي''

اوهان جو قدم مبارڪ منهنجي سِرَ تي آهي.

حضرت شيخ لولو الارمني جن جو فرمان آهي تہ: جڏهن سيدنا غوث اعظم جن اهو ارشاد فرمايو هو تڏهن هڪ وڏي جمائت رجال الغيب جي اڏرندي اچي مجلس ۾ ويني ۽ سيدنا غوث اعظم جن کي مبارڪون ڏنيون ان کان پوءِ سيني اوليائن کي مبارڪ ڏني ۽ هينئين خطابن سان پڪاريو.

بادشاه ، امام الوقت، قائم با امر الاهي، وارث ڪتاب الله، سند رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم.

سندن شاگرد حضرت شيخ مڪارم حلفا بيان ڪيو آهي تہ جنهن ڏينهن حضرت شيخ سيدنا غوث اعظم جن کان اهو ارشاد ٿيو ان وقت دنيا جي ڏهن ئي ابدالن ڪنڌ جهڪايو ڇا ڪاڻ جو ڪين مشاهدو ڪرايو ويو تہ " قطبيت سلطاني جو تاج شيخ غوث اعظم جي مٿي تي رکيو ويو آهي" پوءِ ڪانئس ڏهن ابدالن جا نالا پڇيا ويا.

1. حضرت شيخ بقا بن بطو رحہ
2. حضرت شيخ علي بن ابي نصر الهيتي رحہ
3. حضرت شيخ احمد بن رفائي رحہ
4. حضرت شيخ ابو سعيد القيلوي رحہ
5. حضرت شيخ موسيٰ الزولي رحہ
6. حضرت شيخ عدي بن مسافر رحہ
7. حضرت شيخ ابو مدين المغربي رحہ
8. حضرت شيخ حيات بن قيس الحراني رحہ
9. حضرت شيخ ابو محمد عبدالبصري رحہ
10. حضرت شيخ عبدالرحمان الطفسونحي رحہ

حضرت شيخ موسيٰ سهروردي رحمة الله عليہ جن پنهنجي ڪتاب ”مڪاشفات اولياء“ ۾ لکيو آهي تہ حضرت جنيد بغدادي رحہ جن هڪ ڏينهن مراقبي مان مُنهن ڪَڍي فرمايو تہ ”قدمہ علي رقبتي“ ان جو قدم منهنجي گردن تي. وري مراقبي ۾ هليا ويا. جڏهن فارغ ٿيا تہ مريدن ان جو سبب پڇيو! پاڻ فرماين تہ اڄ کان بہ سئو سالن کان پوءِ هن سر زمين تي هڪ ولي الله، الله جي حڪم سان اعلان ڪندو ” ان جو قدم تمام ولين جي گردنن تي آهي “ تہ مان سوچيو تہ ايڏي شان واري جو قدم منهنجي گردن تي بہ هجي، انهيءَ خيال لاءِ مان قدمہ علي رقبتي چيو.

حضرت شيخ خليفة الاڪبر جن محبوب آقا عليہ السلام جن کان خواب ۾ غوث اعظم جن جي ان فرمان جي باري ۾ پڇيو تہ محبوب آقا عليہ السلام جن فرمايو ” صدق الشيخ عبدالقادر فڪيف لا وهو القطب وانا ارعاه.“ شيخ عبدالقادر جن سچ چيو آهي ۽ چو نہ چيو هجي اهو قطبِ زمانہ آهي ۽ منهنجي نگراني ۾ آهي.

بحجة الاسرار صفحہ 10، قلائدالجواهر صفحہ25

# الهامي گفتگو سرڪار غوث اعظم

الله جي نالي سان شروع جيڪو وڏو مهربان رحمت وارو تمام تعريفون ان الله تعاليٰ جي لاءِ جيڪو پريشانين کي ڪولڻ واروءِ نعمتن ۾ فراخي بخشڻ وارو آهي. ۽ صلوات و سلام ان جي نبي صلي الله عليہ وسلم تي هجي جيڪو تمام مخلوق کان بهترين ۽ رحمت وارو نبي آهي.

فرمايو غوث اعظم رحہ جن
توهان غير الله کان متوش رهو ۽ الله تعاليٰ کان مانوس آهيو.
الله تعاليٰ فرمايو
اي غوث اعظم رحہ
مان چيو
”اي غوث جا رب مان حاضر آهيان“
فرمايو تہ
جيڪو طور طريق ناسوت ۽ ملڪوت جي وچ ۾ آهي،
اهو شريعت آهي.
جيڪو طريق ملڪوت ۽ جبروت جي وچ ۾ آهي،
اهو طريقت آهي.
۽ جيڪو طريق جبروت ۽ لاهوت جي وچ ۾ آهي،
اهو حقيقت آهي.
۽ مون کي فرمايو
اي غوث اعظم مان ڪنهن شيءِ ۾ ائين ظاهر نہ ٿيو هان جيئن انسان ۾.
پوءِ مان سوال تہ
اي پروردگار ! ڇا تنهنجو ڪو مڪان آهي؟
پوءِ مونکي چيائين تہ
اي غوث اعظم! مان مڪانن کي پيدا ڪرڻ وارو آهيان، منهنجو ڪوبہ مڪان ناهي ۽ مان انسانن جو لڪيل راز آهيان“
پوءِ مان سوال ڪيو ۽ چيو
”اي رب تولاءِ کائڻ پيئڻ آهي؟“

فرمايو تہ
”فقير جو ڪاڏو منهنجو ڪاڏو ۽ ان جو پيئڻ منهنجو پيئڻ آهي“
پوءِ مان سوال ڪيو ۽ چيو تہ
اي پروردگار! تون ڪنهن شيءِ سان فرشتن کي پيدا ڪيو؟
الله تعاليٰ فرمايو تہ
”مان فرشتن جي تخليق انسان جي نور سان ڪئي ۽ انسان کي پنهنجي نور مان پيدا ڪيو.“
مان وري چيو تہ
”اي غوث جارب! ڇا تو لاءِ سواري آهي.“
فرمايائين
اي غوث الاعظم مان انسان کي پنهنجي سواري ۽ ساري ڪائنات کي انسان جي سواري بڻايو آهي.“
وري مونکي فرمايائين
اي غوث اعظم! ڪيترو سُنو طالب مان آهيان ۽ ڪيترو سُنو مطلوب انسان آهي. ڪيترو سُنو سوار مان آهيان ۽ ڪيترو سُني سواري انسان آهي، جنهن جي ڪيتري سُني سواري ڪائنات آهي.
وري مونکي فرمايائين تہ
”اي غوث اعظم! انسان منهنجو راز آهي ۽ مان انسان جو راز آهيان. جيڪڏهن انسان کي معلوم ٿي وڃي تہ ان جو رتبو مون وٽ ڪيترو آهي تہ هر ساهہ ۾ چوي تہ اڄ جي ڏينهن سڄي بادشاهي منهنجي سوا ڪنهن ٻئي کي ناهي.“
”اي غوث اعظم! انسان ڪا بہ شيءِ نہ کائيندو آهي نہ پيئندو آهي نہ اٿندو آهي نہ ويهندو آهي نہ ڳالهائيندو آهي نہ ٻڌندو آهي نہ ڪوئي ڪم ڪندو آهي نہ ڪنهن شيءِ جي طرف متوجہ ٿيندو آهي نہ ان جي طرف روگردان هوندو آهي مگر هي آهي تہ مان ان ۾ هوندو آهيان مان ئي ان کي حرڪت ۾ آڻيندو آهيان ۽ مان ئي ان کي ساڪن رکندو آهيان.“
وري مونکي فرمايائين

”اي غوث الاعظم! انسان جو جسم ان جو نفس ان جي دل ان جي روح ان جا ڪَنَ ان جي اک ۽ ان جا هٿ پير هر هڪ شيءِ کي مان پنهنجي ذات کان پنهنجي لاءِ ظاهرڪيو آهي.اهو نہ آهي مگر مان ئي آهيان مان ان غيرکان نہ آهيان

وري مونکي فرمايائين

”اي غوث الاعظم!

جڏهن تون ڪنهن فقير کي ان حال ۾ ڏسين تہ اهو فُقر جي باهہ ۾ سڙي ويو آهي ۽ بک جي ڪري ٽٽل حال آهي تہ ان جي قريب ٿي وڃ ڇو تہ منهنجي ۽ ان جي درميان ڪو پردو نہ آهي.

جيئن جو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو:

”فُقر منهنجو فخر آهي ۽ مان ان فُقر جي ڪري انبياءِ ۽ مرسلين تي فخر ڪندو آهيان ۽ جيئن جو ڇيو ويو آهي تہ جڏهن فُقر مڪمل ٿي وڃي تہ اها عين ذات الله آهي.“

وري مونکي فرمايائين

”اي غوث الاعظم!

تون ڪاڌو نہ کاءُ ۽ نہ ئي ڪجهہ پيءُ ۽ نہ ئي ننڊ ۾ آرام ڪر مگر هي تہ مون وٽ ئي پنهنجي دل جي حاضري ۽ ڏسڻ واري اک سان.

وري مونکي فرمايائين

”اي غوث الاعظم!

جيڪو باطن ۾ منهنجي طرف سفر ۾ محروم رهيو مان ان کي ظاهري سفر ۾ مصروف رکندو آهيان. ۽ ان کي منهنجي طرف کان ٻيو ڪجهہ نہ سواء ان جي جو سفر ظاهري سان جيئن وڌيڪ دوري ٿئي.

وري مونکي فرمايائين

”اي غوث الاعظم!

جيڪو ازلي سعادت سان نيڪ بخت ٿيو ويو ان جي لاءِ طوبيٰ آهي يعني خوشي جو مقام آهي ان کانپوءِ اهو ڪڏهن مردود نہ ٿيندو ۽ جيڪو

ازلي شقاوت سان (شقي) بد بخت ٿي ويو ان جي لاءِ حلاڪت آهي جو ان
ڪانپوءِ اهو ڪڏهن مقبول نہ ٿيندو.
پوءِ مونکي فرمايائين
”اي غوث الاعظم!
مان فقر و فاقہ جي سواري بڻائي آهي انسان جي لاءِ جيڪو ان تي سوار
ٿيو منزل مقصود تي پهچي ويو قبل ان جي جو هو منزلن ۾ جنگهلن کي
جهاڳي.
”اي غوث الاعظم! جيڪڏهن انسان کي معلوم ٿي وڃي تہ جيڪو ڪجهہ
ان کي موت ڪان پوءِ ٿيڻو آهي تہ دنيا ۾ ڪڏهن بہ دنيوي زندگي جي تمنا
نہ ڪري، ۽ هر لمحو چوي تہ اي منهنجا مولا مون کي مار! اي رب
مونکي مار.
وري مونکي فرمايائين تہ
”اي غوث الاعظم! قيامت جي ڏينهن منهنجي ويجهو خلائق جي حجت
بوڙو، گونگو، انڌو هجڻ حسرت ۽ گريہ آهي قبر ۾ بہ اهو ئي هوندو آهي.“
وري مون فرمايائين تہ
”اي غوث الاعظم!
محب ۽ محبوب جي درميان محبت هڪ پڙدو آهي بس جڏهن محب محبت
۾ فنا ٿي وڃي تہ محبوب سان واصل ٿي ويندو آهي.
”اي غوث الاعظم! جنهن مونکي ڏٺو اهو هر حال ۾ سوال ڪرڻ ڪان بي
نياز ٿي ويندو ۽ جيڪو مون کي نہ ٿو ڏسي ان کي سوال ڪرڻ جو
ڪوئي فائدو ناهي ڇو تہ اهو محبوب بالقال آهي.“
وري مونکي فرمايائين تہ
”اي غوث الاعظم! منهنجي اَلستُ بِرَبِڪُم چوڻ ڪان پوءِ قيامت تائين
تمام روح پنهنجن قلبن ۾ نچن ٿا.“
”ڇا مان توهان جو رب ناهيان؟“
پوءِ ( سيدنا غوث الاعظم جن فرمايو تہ ” مان رب ڪريم کي ڏٺو“
وري مونکي فرمايائين تہ

”اي غوث الاعظم! جيڪو ڪوئي علم کان پوءِ منهنجي رويت جي متعلق پڇي ته اهو محبوب آهي ۽ جيڪو بغير علم جي رويت جي متعلق گمان ڪيو ته اهو رويت رب تعاليٰ جي باري ۾ ڌوکي ۾ آهي.“
”اي غوث اعظم! جنهن مونکي ڏٺو ته اهو سوال کان بي نياز ٿي ويو،
وري فرمايائين
”اي غوث اعظم! منهنجي نزديڪ اهو فقير ناهي جنهن وٽ ڪجھ به ناهي بلڪ اهو فقير آهي جنهن جي لاءِ امر آهي هر شيءِ ۾جو هو جڏهن ڪنهن شيءِ جي باري ۾ چوي ته ”ٿي پئه ته ٿي وڃي.“
وري مون کي فرمايائين
”اي غوث الاعظم! جنت ۾ منهنجي ظهور ٿيڻ کان پوءِ الفت ۽ نعمت نه رهندي ۽ اهڙي طرح جهنم ۾ منهنجي خطاب کان پوءِ وهشت ۽ جلن نه رهندي.
وڏيڪ فرمايائين ته (مان دوزخين کي چوندس ته توهان هن دوزخ زليل بڻجي رهو ۽ مون سان ڪوبه نه ڳالهائي.)
جنهن ناهي چکيو انهيءَ ناهي سڃاتو.
”اي غوث الاعظم! مان هر ڪريم کان وڌيڪ اڪرم آهيان، ۽ هر رحيم کان وڌيڪ ارحم آهيان“
وڌيڪ مونکي فرمايائين
”اي غوث الاعظم! تون مون وٽ سمهي پئه، عوام جي ننڊ جي طرح نه، ته پوءِ مون کي ڏسندين.“
پوءِ مان چيو ته
”اي رب ڪريم مان تو وٽ ڪيئن سمهي پوان؟“
فرمايو ته
”جسم کي لذتن کان جدا ڪري ۽ نفس کي شهوت کان دور ڪري، روح کي لظتن کان دور ڪري ۽ پنهنجي ذات کي منهنجي ذات فنا ڪري.“
وري مونکي فرمايائين
”اي غوث الاعظم !

مان فرمايو تہ
"حاضر آهيان اي رب العرش العظيم
وري فرمايو
"اي رب ڪريم و رحيم جل جلالہ
"اي غوث الاعظم! پنهنجي اصحابن و احبابن کي چئي ڇڏ تہ توهان مان جيڪو مون سان محبت چاهي تہ اهو فقر اختيار ڪري جڏهن انهن جو فقر پورو ٿي ويندو تہ اهي ناهن رهندا بَجِز منهنجي."
وري مونکي فرمايائين
"اي غوث الاعظم! تنهنجي لاءِ طوبيٰ آهي جيڪڏهن تون منهنجي مخلوق تي شفقت ڪندي تہ پوءِ تنهنجي لاءِ طوبيٰ آهي."
مون کي فرمايائين
"اي غوث الاعظم! مان نفس جي اندر زاهدن جو رستو بڻايو آهي ۽ دل جي اندر عارفن جي راه بڻائي آهي ۽ روح جي اندر واقفين جي لاءِ رستو بڻايو آهي ۽ مان پنهنجو پاڻ کي
"احرار" جو مقام بڻايو آهي."
" احرار جي دل اسرار جو مدفن آهي"
مون کي فرماين
"اي غوث الاعظم! پنهنجي دوستن کي چئي ڇڏ تہ فقيرن جي دعا کي غنيمت ڄاڻن ڇو تہ اهي منهنجي ويجهو آهن ۽ مان انهن جي ويجهو آهيان."
مونکي فرمايائين
"اي غوث الاعظم! مان هر فقير جو ماويٰ (جاءِ پناه) آهيان ان جي رهڻ جي جڳهہ آهيان ۽ ان جو منظر آهيان ۽ هر شيءِ مون ڏي واپس ٿيڻي آهي."
مون کي فرمايائين
"اي غوث الاعظم! جنت ۽ ان جي اندر جيڪو ڪجهہ آهي ان جي طرف نظر نہ ڪرتہ تون مون کي بلاواسطہ ڏسي سگهندين ۽ ان ئي طرح دوزخ ۽

ان جي اندر جيڪو ڪجھ آهي ان جي طرف نظر نہ ڪر تون تہ مونکي بلاواسطہ ڏسندين.“
مونکي فرمايائين
”اي غوث الاعظم! اهل جنت، جنت ڪان مشغول آهن“
”۽ اهل دوزخ، دوزخ ڪان مشغول آهن بس تون مون سان مشغول رھ.“
مونکي فرمايائين
”اي غوث الاعظم! اهل جنت مان منهنجا اهڙا ٻانها آهن جيڪي جنت ڪان پناھ گھرندا آهن جنهن طرح دوزخي دوزخ ڪان پناھ گھرندا آهن.“
فرمايو
”اي غوث الاعظم! انبياء ۽ مرسلين جي علاوہ منهنجا ڪجھ اهڙا ٻانها آهن جو انهن جي احوال ڪان ڪوئي واقف ناهي جيتوڻيڪ اهل دنيا هجن، يان اهل آخرت، اهل جنت هجن يان اهل دوزخ، مالڪ هجي يان رضوان ۽ نہ انهن کي جنت لاءِ پيدا ڪيو آهي ۽ نہ دوزخ جي لاءِ نہ انهن کي ثواب جي لاءِ نہ عذاب جي لاءِ نہ ئي حور و قصور ۽ نہ غلمان جي لاءِ پيدا ڪيو آهي. بس انهن جي لاءِ خوشي آهي جيڪي انهن تي ايمان آڻيندا جيتوڻيڪ هو انهن کي نٿا سڃاڻن.“
”غوث الاعظم! تون انهن مان آهين. دنيا ۾ انهن جون علامتون هي آهن تہ انهن جو جسم گھٽ کائڻ ۽ پيئڻ جي ڪري سڙيل آهي ۽ انهن جو نفس شهوت جي ڪري سڙيل هوندو آهي ۽ انهن جي دل خطرن ڪان سڙيل هوندي آهي ۽ انهن جو ارواح الخطات ڪان سڙيل هوندا آهن اهي اصحابِ بقا آهن جيڪي نور بقا ۾ سڙيل هوندا آهن.“
”اي غوث الاعظم! جيڪو مونکان سواءِ ڪنهن ٻئي سان مشغول ٿيندو اهو قيامت ڏينهن پنهنجي ان ساٿيءَ سان گڏ دوزخ ۾ هوندو.
”اي غوث الاعظم! اهل قرب قربت ڪان فرياد ڪندا آهن جنهن طرح اهل بُعد، بُعد ڪان فرياد ڪندا آهن.“
”اي غوث الاعظم! جڏهن تو وٽ گرمي جي شدت ڪان اجايل ماڻهو اچن ۽ تو وٽ ٿڌو پاڻي هجي ۽ توکي پاڻي جي ضرورت بہ نہ هجي تہ جيڪڏهن

پاڻي ڏيڻ کان انڪار ڪندين تہ سڀ بخيلن کان وڏيڪ بخيل ٿيندي. جيتوڻيڪ اُن کي مان پنهنجي رحمت کان ڪنهن طرح روڪي رڪندس جيڪڏهن پنهنجي نسبت ارحم الراحمين هجڻ جي گواهي ڏني آهي."

"اي غوث الاعظم ! ڪوئي شخص گناه جي وجه سان مونکان دور ناهي ٿيندو ۽ ڪو شخص گهڻي عبادت جي منهنجي ويجهو ناهي ٿيندو.

"اي غوث الاعظم! جيڪڏهن منهنجي ڪوئي قريب آ تہ اهو گناهگار آهي جيڪو عاجزي ۽ ندامت وارو آهي."

"اي غوث الاعظم!

عاجزي انوار جو سرچشمو آهي ۽ تڪبر، خودپسند ڪفر ، گناه ۽ تاريڪين جو منبع آهي."

"اي غوث الاعظم!

گنهگار پنهنجي گناه جي باعث محجوب آهن ۽ اطاعت گذار پنهنجي اطاعت ۾ محجوب آهن ۽ منهنجو هر ٽولو آهي جنهن کي نہ گناه جو غم آهي نہ اطاعت جو فڪر."

اي غوث الاعظم!

گناهگارن کي فضل ۽ مهرباني جي خوشخبري ڏي ۽ خود پسندن کي انصاف ۽ بدلي جو اطلاع ڏي."

"اي غوث الاعظم!

مان گناهگارن جي ويجهو آهيان جڏهن هو گناه کان فارغ ٿيندو آهي (گناه تي نادم ٿيندو آهي.) مان طاعت گذار کان دور آهيان جڏهن هو طاعت کان فارغ ٿيندا آهن تہ (ان تي تڪبر ڪندا آهن.)"

"اي غوث الاعظم!

اهل طاعت جنت جو ذڪر ڪندا آهن ۽ گنهگار رحمت واري جو ذڪر ڪندا آهن."

"اي غوث الاعظم!

مان عوام کي پيدا ڪيو اهي انوارِ رب کي برداشت ڪرڻ جي طاقت نہ رکندا هئا ان لاءِ مان پنهنجي ۽ انهن جي درميان ظلمت جو پڙدو قائم

ڪري ڇڏيو، ۽ مان خواص کي پيدا ڪيو اهي منهنجي قربت برداشت ڪرڻ جي طاقت نه رکندا هئا ان ڪري مان انهن ۽ پنهنجي وچ ۾ انوار جو پڙدو قائم ڪري ڇڏيو.“

”اي غوث الاعظم!

پنهنجي دوستن کي چئي ڇڏ ته توهان مان جيڪڏهن ڪوئي مون سان ملڻ چاهي ته ان کي گهرجي ته مون کان سواءِ هر شيءِ کي ڇڏي ڏي.“

”اي غوث الاعظم!

دنيا جي گهاٽي مان نڪري اچو ته جيئن آخرت سان وجي ملو، ۽ آخرت جي گهاٽي مان نڪري وجو ته جيئن مونسان اچي ملو.“

”اي غوث الاعظم!

اجسام ۽ نفوس کان ٻاهر نڪري اچو پوءِ قلوب ۽ ارواح کان ٻاهر نڪري اچو پوءِ امر ۽ حڪم کان به نڪري اچو ته مون سان اچي ملو“

مان چيو ته اي رب!

ڪهڙي نماز تنهنجي ويجهو آهي؟

فرمايو ته

”اها نماز جنهن ۾ سواءِ منهنجي ٻيو ڪير به نه هجي ۽ نماز پڙهن وارو ان کان فارغ هجي.“

وري مان پڇيو ته

”ڪهڙو روزو توهان جي نزديڪ افضل آهي؟“

فرمايو ته

”اهو روزو جنهن ۾ منهنجي سواءِ ڪير به نه هجي ۽ روزيدار به ان ۾ غائب هجي.“

مان پڇيو ته

”ڪهڙو عمل توهان جي نزديڪ بهتر آهي؟“

”فرمايو جنهن ۾ منهنجي سواءِ جنت دوزخ ڪجهه نه هجي ۽ عمل ڪرڻ وارو ان کان غائب هجي.“

وري مان پڇيو ته

”تنهنجي نزديڪ ڪهڙي توبہ افضل آهي؟“
فرمايائين تہ
”روئڻ وارن جي ۽ توبہ ڪرڻ وارن جي.“
وري مان چيو تہ
”تنهنجي ويجهو ڪهڙو روئڻ افضل آهي؟“
فرمايو تہ
”ڪِلڻ وارن جو روئڻ“
وري مان پڇيو تہ
”تنهنجي ويجهو ڪهڙي توبہ افضل آهي؟“
فرمايائين تہ
”بي گناهہ بندن جي“
وري مان پڇيو تہ
”تنهنجي ويجهو ڪهڙي عِصمت (بي گناهي) افضل آهي؟“
فرمايائين تہ
”توبہ ڪرڻ وارن جي بي گناهي“
پوءِ مون کي فرمايائين تہ
”اي غوث الاعظم!
صاحب علم جي لاءِ منهنجي طرف ان جي عِلم سان ڪوبہ رستو ناهي. پر جيستائين اهو ان کان انڪار ڪري چو تہ جيستائين اهو ان علم کي ترڪ نہ ڪري جيڪو ان وٽ موجود آهي، شيطان بڻجي ويندو آهي.“
غوث الاعظم! جن فرمايو تہ
”مان الله تعاليٰ کي ڏٺو ۽ پوءِ مان سوال ڪيو تہ اي رب! عشق جي چا معنيٰ آهي؟“
فرمايو تہ
”اي غوث الاعظم!
عشق منهنجي لاءِ ڪر، عشق مون سان ڪر ۽ مان پاڻ عشق آهيان، ۽ پنهنجي دل کي، پنهنجن حرڪتن کي منهنجي ماسوا کان فارغ ڪري ڇڏ“

”اي غوث الاعظم!
جڏهن تون ظاهري عشق کي سچاڻي ورتو بس توتي لازم ٿي ويو تہ عشق کان فنا حاصل ڪيو ڇوتہ عشق، عاشق ۽ معشوق جي درميان پڙدو آهي بس توتي لازم آهي تہ غير کان فنا ٿي وڃ، ڇوتہ هر غير، عاشق ۽ معشوق جي درميان هڪ پڙدو آهي.“
”اي غوث الاعظم!
جڏهن تون توبہ جو ارادو ڪري ڇڏيو تہ نفس جي وسواسن گناهن کان ٻاهر نڪري اچ، پوءِ دل جي خطراتن کان ٻاهر نڪري اچ، مون سان ملي وڃ نہ تہ تون دل لڳائڻ وارن مان ٿي ويندي.“
”اي غوث الاعظم!
جڏهن تون منهنجي حرم ۾ داخل ٿيڻ جو ارادو ڪيو تہ ملڪ، ملڪوت ۽ جبروت ڪنهن جي طرف توجہ نہ ڪر، ڇوتہ ملڪ، عالِم جو شيطان آهي، ملڪوت عارف جو شيطان آهي، ۽ جبروت واقف جو شيطان آهي. جنهن بہ انهن مان ڪنهن سان رضا و رغبت ڪئي اهي منهنجي نزديڪ مردودن مان آهي.“
مون کي فرمايائين
”اي غوث الاعظم! مجاهدو، مشاهدن جي سمونڊن مان هڪ سمونڊ آهي. ان ۾ واقف بسر ڪندا آهن، جيڪو شخص مشاهدن جي سمونڊ ۾ داخل ٿيڻ جو ارادو ڪري ان تي لازم آهي تہ مجاهدو اختيار ڪري، ڇوتہ مجاهدو ئي مشاهدي جو تخم آهي.“
”اي غوث الاعظم!
جيڪو منهنجي لاءِ مجاهدو اختيار ڪري انکي منهنجو مشاهدو (ديدار) ٿي ويندو آهي. اهو ان کي پسند ڪري يان نہ ڪري.“
”اي غوث الاعظم!
جيڪي منهنجي مجاهدي کان محروم رهيا انهن کي منهنجي مشاهدي جو رستو ناهي ملندو.“

”اي غوث الاعظم!
طالبن جي لاءِ مجاهدي اهڙو ضروري ۽ ناگزير آهي جيئن انهن جي لاءِ مان ضروري ۽ ناگزير آهيان.“
”اي غوث الاعظم!
منهنجي ويجهو افضل العباد ۽ محبت ڪرڻ وارو اهو ٻانهو آهي جنهن جو والد بہ هجي ۽ اولاد بہ هجي ۽ ان جي دل الله جي محبت ۾ ان قدر مستغرق هجي تہ جيئن اهو انهن ٻنهي جي محبت کان فارغ هجي جيڪڏهن ان جو والد مري وڃي تہ ان کي والد جي موت جو غم نہ ٿئي. ۽ جيڪڏهن ان جي اولاد مري وڃي تہ ان کي اولاد جي موت جو غم نہ ٿئي. جڏهن ڪوئي ٻانهو ان مرتبي ۽ مقام تي پهچي ٿو تہ اهو مون وٽ بنا والد بنا اولاد جي هوندو جنهن جو ڪوئي قربت دار ناهي ان جو ڪوئي همسر ناهي.“
”اي غوث الاعظم!
جنهن منهنجي محبت ۾ والد جي فنا ٿيڻ جو مزو نہ چکيو ۽ منهنجي مَوّدت ۾ اولاد جي فنا ٿيڻ جو لطف نہ حاصل ڪيو اهو وحدانيت جي لذت نہ حاصل ڪري سگهندو.“
”اي غوث الاعظم!
جڏهن ڪنهن مقام ۾ مونکي ڏسڻ جي ارادو ڪرين تہ اهڙي دل اختيار ڪر جيڪا درد مند هجي، مون کان سوا فارغ هجي.“
بس مان پڇيو تہ
علم جو علم ڇا آهي؟
مون کي فرمايائين
”اي غوث الاعظم!
”علم العلم هن علم کان ناواقف تي وجڻ آهي.“
”اي غوث الاعظم!

ان ٻانهي جي لاءِ خوشي آهي جنهن جي دل مجاهدي جي طرف مائل هجي، ۽ ان ٻانهي جي لاءِ افسوس آهي جنهن جي دل شهوت جي طرف مائل ٿي وئي.“

”وري غوث الاعظم! جن فرمايو تہ

مان پنهنجي رب تعاليٰ کي ڏٺو تہ معراج جي متعلق پڇيو

مونکي فرمايائين

”اي غوث الاعظم!

معراج منهنجي سواءِ هر شيءِ کان بلند و ارفع ٿي وڃڻ آهي ۽ معراج جو ڪمال مَازَاغَ البَصَرُ وَمَا طَغَي آهي.

”نہ اک ڇيڪي ۽ نہ حسد کان وڌي.“

”اي غوث الاعظم!

ان جي نماز نہ ٿيندي آهي جنهن جو منهنجي نزديڪ معراج نہ هجي ۽ اها نماز بي محروم آهي.“

سلامتي هجي ان تي جنهن اتباع جي هدايت ڪئي الله تعاليٰ گهڻو ڄاڻندڙ ۽ گهڻو عظمت وارو آهي ۽ اول آخر، ظاهر باطن سڀ تعريفون الله جي لاءِ ئي آهن ۽ الله تعاليٰ جي رحمت ان جي نبي حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن تمام آل ۽ اصحاب تي نازل آهي.

وَالحَمدُلِلهِ رَبِّ الّعَالِمينَ

## غوث اعظم جي خدمت ۾ خراج عقيدت

### حضرت مولاءِ روم رحمتہ الله عليہ

حضرت مولانا جلال الدين رومي رحمتہ الله عليہ جن قصيده غوثيہ جي باري ۾ ۽ سيدنا غوث اعظم جن جي فضائل ۽ مناقب سان پرپور بلند ۽ بالا جي تائيد ۽ تصديق ڪندي ارشاد فرمائن ٿا تہ " فقير چوي ٿو تہ قصيده غوثيہ شريف بہ ان مقام قرب جو هڪ خوددار آواز آهي جنهنکي غوث اعظم جي باطني احوال جي اجمالي تفسير سمجهڻ گهرجي."

### حضرت خواجہ خواجگان خواجہ معين الدين چشتي اجميري رحم

يا غوث معظم نور هديٰ مختار نبی مختار خدا
سلطان دو عالم قطب عُليٰ حيران ز جلالت ارض و سما
در صدق ہمہ صديق وشی در عدل عدالت چوں عمري
اي کان حيا عثمان منشي مانند علي با جود و سخا
در بزم نبی عالي شاني ستار عيوب مريداني
در ملک ولايت سلطاني اي منبع فضل وجود و سخا
چون پائے نبی شد تاج سرت، تاجِ ہمہ عالم شد قدمت
اقطاب جهاں در پيش درت افتادہ چوں پيش شاہ و گدا
گر داد مسيح بہ مردہ رواں دادی تو بدیں محمد جاں
ہمہ عالم محی الدين گوياں بر حسن و جمالت گشتہ فدا
معين کہ غلام نام تو شد دريوزہ گر اکرام تو شد
شد خواجہ ازاں کہ غلام تو شد دارد طلب تسليم و رضا

***

معـــين كـــه غـــلام نـــام تـــو شـــد دريـــوزه گـــر اكـــرام تـــو شـــد
شـــد خواجـــه ازاں كـــه غـــلام تـــو شـــد دارد طلـــب تســـليم و رضـــا

معين جيڪو حضور جي نالي پاڪ جو غلام آهي توهان جي فضل ڪرم جو پنندڙ آهي ۽ توهان جي غلامي جو شرف حاصل ٿيڻ کان پوءِ خواجه بڻجي ويس توهان جي تسليم و رضا جو طالب آهيان.

## حضرت شيخ نور الله سورتي رحه جن فرمايو

گر نه بينى در نبوت مصطفىٰ راهمقرين
شيخ محي الدين ندارد ثاني خود نيز هم
كز كمالات تصر فها كه خاصه شان اوست
گر كه خواهد نيان كردن نگر دد بيش و كم

## حضرت غوث بهاول الدين زڪريا سهروري ملتاني

سيدنا غوث اعظم جن جي بارگاه ۾ هڪ مناجات چئي آهي، ان جو پهريون بند هت ڏجي ٿو.

معلـــىٰ حـــب ســـبحاني مقـــدس قطـــب ربـــاني،
علـــي ســـيرت حســـن ثـــاني محـــي الـــدين جـــيلاني،
زهـــى منظـــور پيغمـــبر ، نهـــال بـــاغ آں ســـرور ،
زهـــى طوبـــاء رضـــواني ، محـــي الـــدين جـــيلاني.
بمعـــىٰ پـــير كنعـــاني، بـــه صـــورت يوســـف ثـــاني،
بـــه همتـــه شـــاه مـــرداني ، محـــي الـــدين جـــيلاني.
رخـــت لعـــل بـــد خشـــاني ، لـــب يـــاقوت رمـــاني،
حـــديث فـــيض رحمـــاني، محـــي الـــدين جـــيلاني

## شهنشاه نقشبند حضرت خواجہ بهاوالدين نقشبند رحمتہ اللّٰہ عليہ

جن سندن شان مبارڪ هيئن بيان ڪيو آهي تہ

بادشـــاه ہـــر دو عـــالم شـــاه عبـــدالقادر اســـت
ســـرور اولاد آدم شـــاه عبـــدالقادر اســـت
آفتـــاب و ماہتـــاب و عـــرش و کرســـي و قلـــم
نـــور قلـــب از نـــور اعظـــم عبـــدالقادر اســـت

***

بهـــاو الـــدين ملتـــاني کنـــد ہـــر دم ثنـــا خـــواني
کـــہ تـــو محبـــوب ســـبحاني و محـــي الـــدين جـــيلاني
اوليـــاء اولـــين و آخـــرين ســـر ہـــائي خـــود
زيـــر پـــالش مى نهنـــد از حکـــم رب العـــالمين
الکـــرم يـــا بـــازِ اشـــهَب الکـــرم يـــا محـــي ديـــن

***

بيکســـان را اگـــر جـــوئي تـــو در دنيـــا و ديـــن
ہســـت محـــي الـــدين ســـيد تـــاج ســـرداران يقـــين
قطـــب اقطـــاب زمـــان و شـــهباز لا مکـــان
مهربـــان بي کســـان نائـــب شـــفيع المـــذنبين
ثمـــره شـــجر بـــنى و ميـــوه بـــاغ علـــي
ســـر و بســـتان حســـن آن ســـرور دنيـــا و ديـــن
نـــور گلـــزار حســـين آن جـــو ئبـــار رحمعـــش
پـــير پـــيران پـــير مـــن محبـــوب رب العـــالمين
ہـــر کسى نـــاز ديـــہ کـــس الّا بهـــاء الحـــق زدل
مى فـــرو شـــدا ز رہـــت از صـــدق دل ايمـــان و ديـــن

## حضرت شيخ ابو المعالي رحہ

جن پنهنجي تڙپ هن طرح ظاهر ڪئي آهي تہ

اے پیر جہانگیر کہ جان ہمہ کس
دارد وز درت نیل مرادات ہوس
بر خاک سر کوئے تو از صدق و صفا
من از تو ترا می طلبم اینم بس

اي پير جهانگير هر شخص ڪنهن دنيوي نفساني يا ذاتي مقصد جي لاءِ درد ولت جي لاءِ حاضر ٿيندو آهي، پر هي ناچيز ٻانهو توهان جي ڪوچہ اقدس جي خاڪ پاڪ تي توهان ڪان توهان جي ذات مبارڪ جو طلبگار آهيان، ان ڪان علاوه ٻي ڪابہ منهنجي تمنا ناهي.

## حضرت گيسو دراز رحمتہ الله عليہ

بر در درگاہ والا سائلم اے آفتاب
خاطر ناشاد را کن شاد یا پیران پیر

اي آفتاب ۾ هڪ سوالي آستانہ عاليہ تي حاضر آهيان منهنجي رنجيده دل کي مسرور فرمايو يا پيران پير.

دزد رہزن را بیکدم ساختی ابدال حق
اے شہ دنیا و دیں بر حال ما ہم کن کرم

اي دين و دنيا جا بادشاهہ توهان چور رهزن کي هڪ لمحي ۾ ابدال حق ٺاهي ڇڏيو، اسان جي حال تي بہ ڪرم فرمايو.

گر کسی واللہ بعالم از مئے عرفانی است
از طفیل شاہ عبدالقادر گیلانی است

ترجمو:- جيڪڏهن ڪنهن کي دنيا ۾ معرفت جو شراب حاصل ٿيو آهي ته اهو والله شاهه عبدالقادر جيلانيءَ جي طفيل ئي مليو آهي.

حـاجی بغـداد و گـیلانم ز شـوق خضـرتش
گـه سوئے بغـداد و گاہے سوئے گـیلان می روم

## حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحه

جن هن طرح غلامي جو اظهار ڪن ٿا ته

غـوث اعظـم دلیـل راه یقـین
بیقـین رہـبر اکـابر دیـن
اوسـت در جملـه اولیـاء ممتـاز
چـون پیغمـبر در انبیـاء ممتـاز

ترجمو:- غوث اعظم يقين جي راهه جا دليل آهن ۽ بلاشبہ اُمت جي اڪابرن جا رهبر آهن، جهڙيءَ طرح ٻنهي جهانن جو سردار سيني نبين ۾ بلند مرتبو رکن ٿا، اهڙي طرح غوث اعظم جن اوليائن ۾ ممتاز آهن.

## حضرت سلطان العارفين شاهه سلطان باهو سرڪار رحه

شـو مریـد از جـان بـاہو بـا الیقـین
خاکپائـه شـاه مـیران راس دیـن

ترجمو:- اي "باهو" دين جي سردار شاهه ميران جو دل و جان ۽ يقين سان مريد ٿي وڃ، ۽ انهن جي پيرن جي خاڪ ٿي وڃ.

بـاہو شـد مریـدش از غلامـان بارگاه فـیض
فضـلش می دہـانـد از الـه
باہو سگے در گاه میران فخر تر غوث و قطب
زیـر مرکـب بـار

باهو ان جي بارگاه جي غلامن ۾ شامل ٿي ڪري ان جو مريد ٿي ويو آهي ان جي ڪري طالبان مولىٰ کي بارگاھ الاهي کان فيض و فضل ربي وٺي ڏي ٿو، اي باهو درگاھ ميران جو ڪتو بہ ٿيڻو پوي تہ اها فخر جي ڳالھ آهي ڇوتہ سڀ زماني جا غوث ۽ قطب بہ حضرت ميران جي سواري بڻجڻ تي فخر ڪندا آهن.

## حضرت خواجہ خواجگان قطب الدين بختيار ڪاڪي رحہ

جن غوث الاعظم جن جي بارگاه ۾ هيئن عرض ڪن ٿا تہ

قبلـــه اہـــل صـــفا حضـــرت غـــوث الثقلـــين
دســـتگیر ہمـــه جـا حضـــرت غـــوث الثقلـــين

حضرت غوث پاڪ اهل صفا جا قبلہ ۽ هر مقام تي دستگير خلق آهن

یـــک نظـــر از تـــو بـــود در دو جهـــاں مـــارا
نظـــرے جانـــب مـــا حضـــرت غـــوث الثقلـــين

ٻنهي جهانن ۾ اسان جي لاءِ توهان جي هڪ نگاھ ڪافي آهي، سرڪار اسان تي هڪ نظر ڪرم فرمايو.

خاکپـــائي تـــو بـــود روشـــنی اہـــل نظـــر
ديـده را بخـش ضـياء حضـرت غـوث الثقلـين

توهان جي پيرن جي خاڪ اهل نظر جي لاءِ بمنزلہ نور آهي توهان اسان جي اکين کي نورانيت عطا فرمايو

حضـــرتت کعبـــه حاجـــات ہمـــه خلقانســـت
حـــاجتم ســـاز روا حضـــرت غـــوث الثقلـــين

توهان جي درگاه تمام مخلوق جي لاءِ ڪعبہ حاجات آهي منهنجي راحت روائي فرمايو.

مرده دل گشتم و نام تو محی الدین است
مرده را زنده نما حضرت غوث الثقلین

فرياد رس دوجهان منهنجي دل مرده ٿي وئي آهي ۽ حضور جو اسم گرامي محي الدين آهي مرده کي زنده فرمايو.

قطب مسکین بغلامی درت منسوب است
داغ مهرش بفزا حضرت غوث الثقلین

يا حضرت غوث پاڪ مسڪين قطب الدين کي توهان جي در اقدس جي غلامي جو شرف حاصل آهي ان جي محبت ۾ اجان وڌيڪ اضافو فرمايو.

زبسم الله کنم آغاز مدحِ شاه جیلانی
که بر قدش درست آید لباس اعظم الشانی
توئی شاه همه شاهان همه شاهان گدائی تو
گدایان جهان ز دست تو یابند سلطانی

## حضرت شاه محمد غوث قادري لاهوري نورالله رضہ

صبا بحسن ادب گو تو غوث اعظم را
خدا سپرد به تو کار هر دو عالم را
تو آن شهی که کنی رد قضائے مبرم را
بری ز خاطر ناشاد محنت و غم را

## عارف باالله شيخ حضرت نورالدين ابي الحسن بن يوسف شطنوني

صاحبِ "بهجتہ الاسرار" فرمايو آهي تہ

غـوث الـوريٰ غيـث النـديٰ نـور الهـديٰ
بـدر الـدجيٰ شـمس الضـحيٰ بـل انـوار

معنيٰ- هو خدا جي مخلوق جو معين ۽ مددگار انهن جي لاءِ باران رحمت ۽ هدايت جا نور آهن. هو اونداهين کي دور ڪرڻ وارا، ماہ ڪامل ۽ روز روشن جي مهر درفشان بلڪ ان کان بہ روشن تر آهي.

## حضرت شيخ محمد بن سعيد ذريح الزنجائي

"روضتہ النواضر" ۽ "نزهتہ الخواطر" جو صاحب فرمائي ٿو تہ

شـهدت بـرتبتـه جميـع مشـائخ
فی عصـره ڪـانـو بغـير تنـاڪر

معنيٰ- سيني زماني جي مشائخن ان (سيدنا غوث اعظم) جن کي جليل القدر رتبي جي شاهدي ڏني آهي ۽ ان ۾ ڪنهن کي انڪار ڪونهي.

## حضرت ميان محمد بخش

عارف "سيف الملوڪ جو مصنف" غوث اعظم جن جي بارگاه اقدس ۾ هيئن عرض ڪن ٿا تہ

واه واه حضـرت شـاه جـيلاني مطهـر ربـاني
سـر پـر چـتر محبـوبي دالا وليـاں دي سـلطاني
غوثـاں قطبـاں تے ابـدالاں قـدم جنهـاں نے چـلئے
سے برسـاں دے مـوئے جـوائے ايسے کـرم کمـائے
غفلـت دی مـرض ونجے گی لـوں لـوں رچسی شـادی
جـس دم کرسـن يـاد محمـد حضـرت شـاه بغـدادی

## حضرت مولانا نورالدين جامي رحہ

ڪتاب "نفحات اُنس" جو مصنف جن بارگاه غوثيت ۾ هيئن بيان ڪن ٿا تہ

آن شـاه سـرفراز غـوث الثقلـين اسـت
در اصـل صـحيح انسـبين از طـرفين اسـت
از سـوئي پـدر تـا بحسـن سلسـله او
وز جانـب مـادر دُر دريـائي حسـين اسـت

***

تـو کمـال تـو چـه غـوث الثقلينـا،
محبـوب خـدا ابـن حسـن آل حسـينا،
سـر بـر قـدمت نهادنـد بگفتنـد،
تـا الله لقـد اثـرک الله علينـا.

ترجمو:- اي فرزند حسن آل حسين محبوب خدا غوث الثقلين مان اوهان جي ڪمال متعلق ڇا چوان، سيني اوليائن پنهنجا سِر اوهان جي قدمن تي رکيا ۽ چيو "والله الله اوهان کي اسان تي فضيلت عطا ڪئي آهي."

## حضرت مخدوم علي احمد صاحب ڪليري

مـن آمـدم تـو پـيش تـو سـلطانِ عاشـقان
ذات تـو هسـت قبلـه ايمـان عاشـقان

ترجمو:- اي عاشقن جا سلطان مان اوهان جي خدمت ۾ حاضر ٿيو آهيان ڇاڪاڻ جو توهان جي ذات گرامي عاشقن لاءِ قبلہ ايمان آهي.

در ہر دو کون جز تو کسے نیست دستگیر
دستم نگیر از کرم اے جان عاشقان

ترجمو: ٻنهي جهانن ۾ توهان جي سواءِ ڪوئي دستگير نہ آهي، هن راهہ تي ڪرم ڪري منهنجو هٿ پڪڙيو توهان عاشقن جي جان آهيو.

## حضرت شاه نصير الدين نصير گولڙوي رحہ

نُورِ نظرِ حيدر و شاهِ زَمَنِي محبوب
تاجدار مکي مَدني
لخت جگر فاطمه هادي حضرتِ غوث
سرو چمنستانِ حسين و حَسني
در کسوتِ خُسر وي فقيره آمده اي
سر خيلِ مشائخ کبير آمده اي
عبدالقادر بحقِ جدُ الحسنين
دستم برگير دستگير آمده اي
چُون موجِ قبول ازلي مي آيد سالک
به درِ غوث جلي مي آيد
آن تاجورِ فقر و اميرِ بغداد از گلشنِ
اُو بُوئِ علي مي آيد
هستم سگِ آستان عبدالقادر
قسمت رَسَدَم زخوانِ عبدالقادر
گُفتا قَدَ مَ هم به گردنِ اقطان است
سبحان الله شان عبدالقادر

## چشتيه چراغ حضرت خواجه بنده نواز گيسو دراز چشتي رحه

یا قطب یا غوث اعظم یا ولي روشن ضمیر
بنده ام تا بندا ام جز تو نه دارم دستگیر
بر در درگاه والا سامکم یا آفتاب
خاطرِ ناشاد راکن شاد یا پیران پیر

## حضرت امام احمد رضا خان بريلوي رحه

بندہ قادر کا بھی ہے قادر بھی ہے عبدالقادر
سر باطن بھی ہے ظاہر بھی ہے عبدالقادر
مفتی شرع بھی ہے قاضی ملت بھی ہے
علم اسرار سے ماہر بھی ہے عبدالقادر
منبع فیض بھی ہے مجمع افضال بھی ہے
مہر عرفاں کا منور بھی ہے عبدالقادر
قطب ابدال بھی ہے محور ارشاد بھی ہے
مرکز دائرہ سر بھی ہے عبدالقادر
سلک عرفاں کی ضیا ہے یہی در مختیار
فخر اشباہ و نظائر بھی ہے عبدالقادر
اس کہ فرمان ہے سب شارح حکم شارع
مظہر ناہی و آمر بھی ہے عبدالقادر
ذی تصرف بھی ہے ماذون بھی مختار بھی ہے
کار عالم کا مدبر بھی ہے عبدالقادر

*****

تو ہے وہ غوث کہ ہر غوث ہے شیدا تیرا
تو ہے وہ غیث کہ ہر غیث ہے پیاسہ تیرا
جو ولی قبل تھے یا بعد ہوئے یا ہوں گے
سب ادب رکھتے ہیں دل میں مرے آقا تیرا
سارے اقطاب جہاں کرتے ہیں کعبے کا طواف
کعبہ کرتا ہے طواف در والا تیرا
مزرع چشت و بخارا و عراق و اجمیر
کونسی کشت پہ برسا نہیں جھالا تیرا
اے "رضا" یوں بلک تو نہیں جید تو نہ ہو
سید جید ہر دہر ہے مولا تیرا
****

غوث اعظم امام التقیٰ والنقیٰ
جلوہ شان قدرت پہ لاکھوں سلام
قطب و ابدال و ارشاد ورشد الرشاد
محي دین و ملت پہ لاکھوں سلام

## حضرت مولانا الحاج محمد امداد الله مهاجر مکي

جن بہ نذر عقيدت ۾ هيءَ بيان فرمايو آهي تہ

خداوند بحق شاه جيلان محي
الدين غوث و قطب دوران
بکن حالي ازهر خيالے وليکن
آنکه زو پيدا است حالي

ترجمو :- الاهي شاهه جيلاني محي الدين غوث ۽ قطب زماني جي صدقي مونکي هر خيال کان خالي ڪري ڇڏ سواءِ ان حال جي جو ان جي فيض سان پيدا ٿئي.

## حضرت پير وارث شاه

"هير وارث شاهه" جو مصنف فرمائي ٿو تہ

مدح پیر دی حب نال کیجئے
جیندے خادماں دیوچہ پیریاں نی
باجھ اوس جناب دے پار ناہیں لکھاں
ڈھونڈدے پھرن فقیریاں نی
جیہڑے پیر دی نظر منظور ہوئے
گھریں تنہاں دے پیریاں پیریاں نی
روز حشر دی پیر دی طالباں نوں ہتھ
سجڑے ملن گیاں چیرناں نی
اوہ تا خاص محجوب اللہ دے قلماں
لکیاں جنہاں لکیریاں نی
وارث محی الدین نے پیر ساڈے سونے
نام دیاں سانوں دھیریاں نی

## حضرت امير مينائي رحہ

جن محبوب غوث اعظم جن جي شان ۾ فرمائن ٿا تہ

کھٹکا نہیں ہی کچھ مجھے آفاق ڈہر کا
آئی کوئی بلا تو سپر غوث اعظم پاک ہیں

## حضرت شاه قلواري قادري چشتي رحہ

عاشق خواجه ہوں میں اور ہوں گدائي غوث پاک
دل نثار خواجه ہی اور جان فدائي غوث پاک

## حضرت مولانا غلام قادر گرامي رحہ

جن غوث اعظم جن جي شان اقدس ۾ فرمائن ٿا تہ

فرزند نبی فاطمه رانور العين
لخت جگر شهنشه بدر و حنين
دلها پابوس قطب رباني را
سلطان اوليـاء غوث الثقلين

ترجمو :- سرور ڪائنات جا فرزند دلبند ۽ بيبي فاطمتہ الزهرا رضہ جا نور چشم شهنشاھ بدر حنين جا لخت جگر هيا دل قطب ربانيءَ پابوسي ڪري ٿي چاڪاڻ جو اوليائن جا سلطان ۽ غوث الثقلين هئا.

## حضرت حسرت موهاني رحہ

رشک شاہی ہو نه کیوں اپنی فقيري "حسرت"
کب سي کرتي ہیں غلامی شه جيلاني کي

## حضرت شيخ ماجد الكردي بدايوني رحہ

شه جيلان کو يه بخشي ہی خدانے قدرت
که وه برلاني ہیں حاجت طلبون کي حاجت
عام ہی ان کا کرم عام ہی ان کي رحمت

## سنڌي شاعريءَ ۾ سيدنا غوث الاعظم جن جو شان مبارڪ

## حضرت خواجہ محمد حافظ المعروف ميان صاحبڏنو موراڱي فاروقي رحہ

قبر ۾ اچج تون ڪاهي تنهنجو ڏيڍ آسرو آهي
متان چڏين دل ڪنان لاهي منور جاء ڏج ناهي
مـــــدد ڪـــــر اي غـــــوث جيلانــــــي

## حضرت خواجہ پير عبدالحق فاروقي رحمتہ اللّٰہ عليہ

بهـــر خـــدا و مصـــطفيٰ يـــا غـــوث رب العـــالمين
دل ڪـي ڪـرين سـيد صـفا يـا غـوث رب العـالمين

نرتئـون نشـر ناسـوت ۾ منـزل تنهنجـي ملڪـوت ۾
جلـدون هلـين جبـروت ۾ ڪيئـہ لـک گـذر لاهـوت ۾
تنهنجـي هڪـل هـاهوت ۾ يـا غـوث رب العـالمين

عـــارف آهـــين اللّٰه جـــو تـــون دادلـــو درگـــاه جـــو
واقـف ڪـرين تـون راه جـو يـا غـوث رب العـالمين

سونهون ڪرين تون سيرم سڀ شر ڪان رک خير ۾
ڏي ڪانـــ حاجـت غيـــر ۾ يـــاغوث رب العـــالمين
ٿنَ ڪان نہ ٿئي طاعات ڪا ڪانهي بدن جي بات ڪا
تنهن جي ڪريو مصلحات ڪا يا غـوث رب العـالمين

سـياندو سجهي ٿـو سير جو نـارو وهـي ٿـو نير جو
پـــــاڄي آهيــــــان تــــــو پيـــــــر جــــــو
وٺ دسـت هـن دلگيـر جـو يـا غـوث رب العـالمين

جـــن آدمـــي تـــوڪي نيـــان آيـــا ســـنده در در ديـــان
توڪي فلڪ تـي ٿيا مڪـان دشمن سنده هاويءَ هيـان
ڪر ڪو ڪرم مون تي ميان يا غـوث رب العـالمين

شفاعت گهران تو شاهه کان تون آنهن منور ماه کان
نيـــــو نفـــــس رهـــــزن راه کــــــان
رک خلل تنهن جي خواهه کان يا غوث رب العالمين

توفيق ڏي طاعات ۾ سوکي گهران سکرات ۾
آڏر ڏيو عرصات ۾ يا غوث رب العالمين

ڏي صحت کل آزار کان آهي انديشو نار کان
بخشـــــاءِ بخشـــــڻهار کـــــان
رک سختيءَ تبار کان يا غوث رب العالمين

ويلو قبر جو سخت تر ايندا مَلَڪَ ڏاڍي ڏمر
ات کم نہ ايندو زور زر تنهن ويل کج تون وِيرَوَرِ
دلگير تي تون دست ڌر يا غوث رب العالمين

دل عشق سان آباد کر کونين ۾ شهه شاد کر
دامن لڳي جو داد کر کل علت کان آزاد کر
صالح سندم اولاد کر يا غوث رب العالمين
در تي تنهنجي دربان جم فغفور سنجر پشت خم
حاضر ملک بہ دم بدم تنهنجو ولين تي قدم
کر کو مقصر تي کرم يا غوث رب العالمين

تون درگہ خدا جو دفتري کانهي بنا تو رهبري
واهر ٿيو سِگهڙا وري پَٽِيو اها دل جي دري
کر وهم کان آجو وري يا غوث رب العالمين

کيا عجز عبدالحق ادا سوکو رکين تنهنکي سدا
کـــــڍ درد دل جـــــا تـــــنهن ســـــندا
اچ خواب ۾ کارڻ خدا يا غوث رب العالمين

ميـران محـي الـدين ميـان سڄ دانهـن جا تـو در ڏيـان
تعظـيـم عـزت سـان جيـان ايمـان سـان خـاتم ٿيـان
دم آخـرين كلمـو چـوان يـا غـوث رب العـالمين

## حضرت حافظ عبدالوهاب فاروقي المعروف حضرت سچل سر مست رحہ

هـر شـاخ هـر شـجر ۾ محمـد جـو نـور ڏٺـو سـي
چڙهـي جبـل چـوٽ تـي تـہ بـہ نـور ڏٺـو سـي
سردار جي روضي جي نيـل ۾ تـہ بـہ نـور ڏٺو سي
سچل بغـداد ۾ خـود بخـود هـادي حضـور ڏٺـو سـي

## حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليہ

ميــــران مرشـــد منهنجـــا جبـــر جيلانـــي
زِره منهنجــي جــان تــي آهــي پــاكر پيرانــي
گــولي ۽ ٻــانهي آهيــان داڳيــل تنهنجــي در جــي

ميــران مرشــد منهنجــا سـڌ سـڄ تـون شــاه
آئون اوهـان جو آهيـان كـا مهـر كيـو مـون ڏانهـن
اكيــون لـــڳ الله گـــڻ پـــازيءَ ڏي پنهنجـــون
ميــــران مرشــــد منهنجـــا گيلانـــي گلـــزار
ركــو پــازيءَ ڏي پنهنجــو پيــرُ اڳيــون پيــزار
نــــوازي نـــادان كـــي بچيـــا كيـــو بيـــزار
جي مون ۾ عيب اپار سي كر تون ناه نگاه سين

ميــران مرشــد منهنجــا حضــرت پيــر حبيــب
دادلا درگـــــاه جـــــا نـــــوراني نجيـــــب
ســي نـــالائق نـــوازئين گـــولا جـــي غريـــب
جـــي لَگـــنِ آهـــن لوڏيـــا ظلالـــت ظريـــب
آءُ قـــادر جـــا قريـــب مـــدد كـــر مريـــد جـــي

ميـــران مرشـــد منهنجـــا موچـــارا مرشـــد
هُـــوءَ لنگهـــايو حـــد سـڄي جـاءِ صـــرات جـــي

ميـــران شـــاه مـــدد ٿـــي اچـــي اوکـــي ويـــر
الله لـــڳ لطيـــف چـــوي پـــر پـــازيءَ ڏي پيـــر
اولاد علـــي شـــير کرکـــا مـــاڻ مريـــد تـــي

ميـــران شـــاه مـــدد ٿـــي مُحـــي الـــدين ملهـــي
آهـــين عبـــداللطيف جـــو وســـيلو ولـــي
حضـــرت پيـــر هلـــي کـــر کـــا مـــاڻ مريـــد تـــي

صـــبح جـــو ســـوال کـــيم پنهنجـــي پيـــر کـــي
ميـــٿ مـــدايون منهنجيـــون پـــلا کـــر پـــال
ههـــڙو وٺـــي حـــال تـــو ڏانهـــن آيـــس تکـــڙو

صـــبح جـــو ســـوال کـــيم ســـو مـــون سـٽيج
مڙيئـــي مـــدايون منهنجـــون قـــادر لـــڳ کٽـــيج
وهلـــو واهـــر ٿئـــيج اجهـــي جهـــڙو آهـــين

پيـــر پنهنجـــا بادشـــاه جيلانـــي جليـــل
دادلا درگـــاه جـــا خاونـــد جـــا خليـــل
حســيني هيٺـــو آهيـــان اچـــي واهـــر ٿيـــو وســـيل
داتـــا منهنجـــي دل کـــي ڏي دلاســـا دليـــل
ذلـــت کيـــوم ذليـــل رس بادشـــاه بغـــداد جـــا

پيـــر منهنجـــو بادشـــاه آهـــي آڏوتـــي اَڙِٻنگـــهه
وارث پيـــر ولهـــين جـــو ئـــر کڏـــدم ننـــگ
پيـــر مغـــان پنهنجـــا طالـــب نـــه کنـــدو تنـــگ
علـــي سائين محمـــد اَنـــگ اچي ميٺيندو مداين جا

پيـــر منهنجـــو بادشـــاهہ اتـــر ۾ آهـــي
وِجهـــي ماڻـــڪ منيـــون ويٺـــو ورهـــائي
پانـــڌي پهرائـــي نـــوري ساڻ نظـــر جـــي

متـــان منهنجـــا پيـــر، ڏنگهـــر ڏيلـــي چـــڏئين،
اونهـــو تـــون اُڪـــارين صـــاحب شـــيخ ســـڌير،
جيلانـــي جهـــانگير، هتـــين جهلـــج هـــاڻ مـــون.

اٿـــي جيلانـــي جـــاڳ، ميـــران شـــاهہ مـــدد ٿـــيءُ
غـــوث خطـــائون گـــم ڪـــر پيـــرا اســـان ڏي پـــاڳ،
ســـائين لـــڳ ســـهاڳ، ميـــٺ مـــدايون منهنجـــون

## حضرت صوفي فقير نانڪ يوسف رحہ

محـــي الـــدين ميـــران تـــون هـــين دســـتگيران
ڏئـــي ڪيـــر تـــو ريءَ مـــون دل ڪـــي ســـڌيران
تـــون معشـــوق رب جـــو ســـندو نـــور ســـرور
اولاد حســـــنين جـــــو پـــــاڪ مظهـــــر
تـــون ســـرتاج ڪـــل پيـــرن جـــو پيـــر پيـــران

راحـــم ســـين تـــون تـــرت تـــار رنـــج ۾
قـــــادر قربـــــدار اهـــــنج ۽ ســـــهنج ۾
ٻـــڏا ٻيـــڙا تـــاريو بحـــر مـــون ٻهيـــران

پـــر جـــام محبـــت ســـندو مـــون پيـــاريو
مهـــر مئـــون نظـــر نـــور نـــافع نهـــاريو
ٿـــين معـــاف منـــديون ڪـــيم جـــي تقصـــيران

اوهـــان ســـر قـــدم نـــور نـــافع نبـــيءَ جـــو
تـــون لاڏلـــو شـــاهہ حضـــرت علـــيءَ جـــو
قـــدم تنهنجـــو ڪـــل ولـــي ســـر اميـــران

دوئي جن کي دل ۾ رليا رافضي سي
خنزير سينرو خلل خارجي سي
پرجهه پنجتن راز وحدت فقيران

هي يتيم يوسف جيئن سک پکاري
دم دم ايڏاهين نهاريو سنياري
ڏيو ڏات تنهن عشق صاحب سڏيران

**

هادي پير پيران مير ميران دستگيران
من تمهين جاندا

فلک ملک ۾ بجي نقارا فوق تحتءِعرش منارا
گهن گهن باجي طبل تمارا ضامن جملي جهان دا

موا دين ڦر تسين جوايا هر ولي سر قدم ڌاريا
تاج علي سر تم لئي آيا ملک جن انسان دا

قطب کتابت غوث صمداني بت پيغمبر سر سبحاني
عاشق عشق معشوق حقاني ميريان تم تم مان دا

هادي پاس موري رهه آوي مهر نظر دي دم دم ياوي
جوئي آوي سو ڦل پاوي حاضر هون فرمان دا

تمرا کفر اسلام تمار دنيا دين جهان پسارا
نانک يوسف داس بچارا منگدا عشق تو جوان دا

## حضرت صوفي فقير غلام حيدر گودڙيو

مٺ نہ محي الدين جو توڙي پير پائن پيا پر
جنهن جا ملک مريد ٿيا لاهوتي لشکر
جذبي جيلاني جي کنبايا تہ کفر

قرب قرارو قادري آهي دست جنهن دفتر
قدم كل ولي تي آ هوكو روز حشر
غلام حيدر گولڙو تو پير منگي پاكر
حامي ڏينهن حشر آهي جيلاني تہ جهان جو

## حضرت سردار بهادر محمد بخش كوجهي

شهنشاهه جيلاني اچي ٿي تو ساٽي
محي الدين ميران هي كوجهي نماٽي

پرين در پسايو نذر سر نوايو
هاٽي مون سجاتو اڳي هيس اياٽي

شهنشاهه جيلاني پنهنجو كر تون جاني
بانهن جي هان بانهي اصل در وكاٽي
تون مرشد سخيءَ جو ڏاڏا پير منهنجو
هاٽي كر تون پنهنجو آهيان در وكاٽي

محي الدين ميران تون ئي پير پيران
تون دم دستگيران پرين پهچ پاڻهي

كوجهي در تي سائل تنهنجي سك سكايل
ڏاڍي اچ اجايل ڏيو پريت پاٽي

## مينگهو فقير شر (درازي فقير)

مدح چوان تو محي الدين
آءُ وسيلا دنيا دين
بيو در چاڻان كنهن جو كين
جلوو تنهنجو عرش زمين

مدد ڪندين تون محي الدين
اعليٰ تنهنجو ٿيو اقبال
قادر ڪيو آ قرب ڪمال
نادر نوري نور نهال
مون ڪي تنهنجو خاص خيال
ماڙ ڪيو اچي هن مسڪين
مدد ڪندين تون محي الدين
حسن حسين جو تون اولاد
خارج تو ڏنهن خام خراب
ڪوريءَ ڪانيو هاويءَ هاب
ڪڏهن نه ٿيندو سو آزاد
غور ڪيو اچي هن غمگين
مدد ڪندين تون محي الدين
قطب قلندر تون اقطاب
چوڏهن طبقن تنهنجو تاب
بيڙا تاريئي شاه شتاب
سر اوليائن تون سر تاج
توکي قادر ڏني ڪمي نه
مدد ڪندين تون محي الدين
سيد سائل سڻ سوال
هن زماني هھڙو حال
جانب لاهيو جيءَ جنجال
مدعي ماريو چو چندال
نور نبيءَ جا مرد مبين
مدد ڪندين تون محي الدين
نور نبيءَ جو تون نروار
حسن حسين جو توتي پيار

ساقي ڪوثر تون سردار
دوازده داور چارئي يار
طبل توهان جو روءِ زمين
مدد ڪندين تون محي الدين
زين العابد باقر وير
جعفر صادق ساه سڌير
موسيٰ ڪاظم ماه مبير
علي رضا آه واهر وير
داور آهين دنيا دين
مدد ڪندين تون محي الدين
علي تقي جو حق حضور
نور نقي جو آهي نور
عسڪري مهدي ڪي منظور
پيارو پرور جو مشهور
جانب ڏيو ديدار جبين
مدد ڪندين تون محي الدين
شاهي تنهنجو آهي شان
نادر نوري نور نشان
عرش زمين تي توئي مڪان
تنهنجي ڪئي تعريف قرآن
قادر قدرت ساڻ ڪريم
مدد ڪندين تون محي الدين
قول ڪريمي تنهنجو آهي
جيڪو تنهنجو سڳ سڏائي
مير مريدن تي اچ ڪاهي
ڇڏ حساب حشر جا لاهي
سيد صاحب عرش زمين

مـــدد كنـــدين تـــون محـــي الـــدين
مينگهـــو مـــداحي تنهنجـــو آهـــي
درد منجهـــارون دانهـــن ســـٽائي
واهـــر وســـيلي تنهنجـــي آهـــي
قـــادر لـــڳ اچ كامـــل كـــاهي
عشـــــق امانـــــت ڏي امـــــين
مـــدد كنـــدين تـــون محـــي الـــدين

## حضرت صوفي فقير بيخود سائين

داتـا دسـتگيران محـي الـدين ميـران
كيـو منهنجـي واهـر ٽـٽن زنجيـران
تـاريو ٻاجـھ سـان تـو ٻـڏڙي جـو ٻيـڙو
مـڃ مـور مـانگر كـري آيـا ميـڙو
كيئـي سـاٿ پـورو كـڍيو تـو اميـران
فقـر فـيض سـارو تنهنجـو شاه جيلانـي
پنجـتن جـو پيـارو محبـوب سـبحاني
مٿـانهون مـڙن ۾ كـل پيـر پيـران
مجي جو نہ منكر تنهن جو ناهي پرور
منـو ميـر مرسـل علـي شـاھ حيـدر
تنهنجـي هـٿ آ دفتـر تـون آن وزيـران
منهنجـو تـون آن هـادي بادشـاھ بغـدادي
هـر جـاءِ هـر هنـڌ ٿـي آ منـازي
بيخـود جـون ميٺيـو كلئـي تفسـيران

## حضرت صوفي سيد سائين انور علي شاه

يـا شـاه گـيلان شهنشـاھ، مـولا مـڙن جـو ميـر تـون
دســـتگير عـــالم دســـت مَـــنم بـــاگير تـــون

تنهنجي حڪم جي حاضري مردا ٿيا زنده قري
جي تو اجازت تون ڏئين زنده وجن موٽي مري
طفلي ۾ آ طاقت اها اعليٰ آهين اڪسير تون

سائل ڪيئي توکي صدا ڪشتي اندر جملي جيئا
اظهار ٿيا هن منجهه درياء توٽي هئا ورهين مئا
اعليٰ عنايت تو ڪئي قادر مٿي تقدير تون

تنهنجي دوش تي موليٰ جو دم ڪل اولياء تنهنجو قدم
پيار مان پرور رکيو محبوب سبحاني اسم
توکان سواء نہ ٿين ولي پيرن سندو آن پير تون

تنهنجا فضائل هن گهڻا کهڙا ڳڻي کهڙا ڳڻيان
ڇا ڪندي فاني هي زبان تنهنجي ڪرامت جو بيان
منظور ڪيو مالڪ توکي واحد سندو وزير تون
اهل بيت نبي جو تون منظور حق ربي جو تون
رفيق آهين رسول جو معراج ۾ شفيع جو تون
ملڪن ڪئي آ مرحبا توکي ڏسي تظهير تون

بلغ العليٰ بڪمالہ تنهنجو آهي وارث صحي
طالب ادا تون غم نہ ڪر جنهن جو اصل حادم وحي
تنهنجي مريدن کي مدد انور نہ ٿي دلگير تون

## حضرت فقير غلام علي مسرور بدوري

موج دل مان تو لکان تعريف پنهنجي پير جي
دادلي داتا دلاري غوث اعظم مير جي

هر ولي تي آ قدم ان پير عاليجاه جو
ديو ۽ جن و پري آ زير فرمان شاه جو

تار مان تاري ڏنا جنهن ٻاجهه سان ٻيڙا ٻڌا
قم بااذني امر سان زنده ڪيا مرده جڏا

اسم اعظم شاهه جو ٽوڙي زبر زنجير کي
مهر سان ميٽي ڇڏي ٿو جو لکئي تقدير کي

شاهه جي دامن لڳو جو سو نہ ڪوئي ڏک پسي
دائما بيباڪ بيپرواهه سدائين خوش وسي

## حضرت صوفي فقير فيض محمد عرف فيض الفقير

فقر سر سٽارو صنم غوث اعظم
مٿو هر ولي جو قدم غوث اعظم
شريعت طريقت صاحب سر حقيقت
مڪان معرفت ۾ اتم غوث اعظم
بورع الورا جهن سندو ماڳ مسڪن
لقالا مڪان دم بدم غوث اعظم
پيارن پيارو نبيءَ جو پيارو
سڏيو خود خدا هم صنم غوث اعظم
ٻهر دوسرا تنهن سندو نينهن نعرو
قطب شاهه ڪونين هم غوث اعظم
جن انسان ملڪ و فلڪ جملہ عالم
عرش تان فرش در حڪم غوث اعظم
اڙين واهه آڏر ولهن جو وسيلو
ٻهر خسن تہ خاطر ملم غوث اعظم
ثنا شمان تنهنجي ڪانهي بات ڪنهن جي
ولايت ڪرامت ختم غوث اعظم
سراسر منور سوئي بحر بي سر
اصل روح جان دلم غوث اعظم

سوئي فيض فيضل پرايم پسي
دل صنم سلسلي جو علم غوث اعظم

## حضرت صوفي ولايت علي شاه جيلاني

جلوو تنهنجو جيلاني اچي ٿيو اظهار
ملڪن ۾ مشهور آ نور تنهنجو انوار
فيض تنهنجي داتا فياض آهي عالم ۾ آشڪار
آهين شاه ولايت جو تون داتا نگهدار
پرين پساءِ ديدار سڪايل ڪي سيدا

## حضرت قادر بخش بيدل رحہ

هما نوري ڪز و عالم منير است
فروغ نور پاڪ دستگير است

اهو ساڳيو نور آهي جنهن ڪان جهان روشن آهي، پاڪ نور جو شعاع دستگير آهي.

زنور او جهان را ديده روشن
ببويءِ او زمين را خانہ گلشن

انهيءَ جي نور سان جهان جي اک روشن آهي، انهيءَ جي مهڪ سان زمين گل و گلزار آهي.

روان بر لوح ڪاف و نون قلم او
رقاب اولياء زير قدم او

ڪاف نون ۽ لوح قلم تي سندس حڪم جاري آهي، اوليائن جي گردن سندس قدم جي هيٺان آهي.

مريـــدي لا تخـــف عهـــد عطـــا تســـت
كنـــون اي الوفـــا وقـــت وفـــا تســـت

اي مريد ڪوبہ خوف نہ ڪر، تنهنجي بخشش جو عهد آهي، اي وفادار جوان تنهنجي وفا جو وقت آهي.

تـــو ســـلطان دل و محـــي العظـــامي
تـــو يوســـف صـــورت و عيســـيٰ ڪلامـــي

تون دل جو بادشاهه ۽ عضون جو زنده ڪندڙ آهين، تون يوسف صورت ۽ عيسيٰ صفت ڪلام ۽ دم رکندڙ آهين.

***

پهـــچ پيـــر پيـــران ٻـــيڙيءَ هـــي ٻـــاڏايو
مريـــدن تـــي ميـــران رکـــو رحـــم رايـــو

ســـدا ســـاهه منهنجـــو اوهـــان ڪـــي ســـنياري
هميشـــہ هينئـــون تـــوڏي نينهئـــون نهـــاري
ڪريـــو دســـتگيري ڪئـــون هســـتي چـــڏايو

تـــون اُنهـــن ملـــڪ معنـــيٰ ســـندو شـــاهه ســـرور
تـــون ســـيد ســـچو نـــور ســـاقي ڪـــوثر
جـــذب جـــوش جـــو جـــام پرتئـــون پيـــاريو

اوهـــان جـــو آهـــہ ناســـوت ۾ نامـــداري
تنهنجـــو حڪـــم ملڪـــوت جبـــروت جـــاري
ســـندم روح لاهـــوت جـــي رنـــگ رچـــايو

تـــون آهـــين غـــوث اعظـــم قـــوي پيـــر قـــادر
توهئـــون نِـــت ٽِـــين سهســـين ڪرامـــات صـــادر
هـــيءُ بـــہ قطـــرو دريـــاء ســـان نيئـــي ملايـــو

منگـــي دان بيـــدل بـــره جـــو بكيـــاري
ســـدا جـــوش جـــولان توحيـــد تـــاري
الله لـــڳ پـــلا پـــال تـــنهن كـــي پلايـــو

## حضرت سيد صدر الدين شاه لكياري

سِـــگهو وَرُ سـٺي سـرور مـدد تـي شـاه جيلانـي
كـرم كـر كـو اچـي قـادر مـدد تـي شـاه جيلانـي

تـون آن الله جـو پيـارو لاهـي ڇڏ مـن جـو مونجهـارو
مهـابي پـاڪ پيغمبـر مـدد تـي شـاه جيلانـي

دمـا دم مرشـد ميـران اچـي وٺ دسـت دلگيـران
پلـڪ ۾ پيـر رس رهبـر مـدد تـي شـاه جيلانـي

تـون آن فرزنـد علـي حيـدر تـڏهن تـو سـڏ كيـان هَرهـر
ولهـي جـي كـر اچـي واهـر مـدد تـي شـاه جيلانـي

صدرالدين سڏ كري سڪ مان سٺي سڏڙا سخي دل سان
پـالارا پـال پلايـون كـر مـدد تـي شـاه جيلانـي

## حضرت سائين سيد صالح شاه بادشاه راٽي پور

كـر مـدد يـا غـوث اعظـم پيـر پيـران دسـتگير
رحـم كيـو محبـوب سبحاني منـا محي الدين ميـر

تنهنجـي در تـي ٿـا اچـن سـائل سدا جهوليـون پـري
مهـر كيـو مـون تـي اچـي بادشـاه پيـر دسـتگير

پـار تنهنجـي ڏي ڏسـي تـو روئـان اكڙيـون كـٺي
قـول پنهنجـا پـاڙيو قـرب كيـو كامـل كثيـر

در تنهنجـــي دانهـــين حســـيني دادلا دردن پريـــو
نظـــر كيـــو پنهنجـــي وري فـــيض ڏيـــو فقيـــر

ســـخت طوفـــانن ۾ ٻيـــڙو آيـــو صـــالح اچـــي
پـار كـر ٻيڙو ٻڏڻ كـان آهـي سامهون سـخت سير

**حضرت شيخ سيد احمد رفاعي رحہ**: جن فرمائن ٿا تہ كنهن ۾ قدرت آهي جو شيخ عبدالقادر جيلاني رحہ جن جو شان ۽ مناقب بيان كري هو تہ ان پائي جو بزرگ آهي جو ان جي هڪ طرف شريعت جو درياء ۽ ٻئي طرف طريقت جو درياء آهي جنهن ۾ چاهيندا آهن ان ۾ ٽٻي هڻندا آهن.

(خزينتہ الاصفياء ج،1،ص98-اخبار الاخيار ص،17- طبقات كبريٰ ج،1 ص 126)

**حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحہ**: جن سيدنا غوث اعظم جن جو شان هيئن بيان كن ٿا تہ الله تعاليٰ سيدنا غوث اعظم جن كي قطبيت كبريٰ ۽ ولايت عظمہ عطا كئي آهي. ايستائين جو تمام عالمن جا فقهاء علماء طلباء ۽ فقراء جي توجہ سندن جي آستاني مبارڪ ڏي ٿي وئي، حكمت دانائي جا چشما سندن جي زبان مبارڪ مان جاري ٿي ويا ۽ عالم الملكوت كان دنيا تائين سندن جي كمال ۽ جلال جو چرچو ٿيڻ لڳو. ۽ الله پاڪ سندن جي ذريعي علامات قدرت و امارت ۽ دلائل كرامت آفتاب نصب النهار كان وڌيڪ واضع فرمائي ۽ جود و عطا جي خزاني جون كنجيون ۽ قدرت و تصرفات جي لگا ۾ سندن جو قبضو اقتدار ۽ دست اختيار جي سپرد كري ڇڏي. تمام مخلوق جي قلبن كي سندن عظمت جي سامهون جهكائي ڇڏيو ۽ تمام اولياء كرامن كي سندن قدم مبارڪ جي سائي ۾ ڏئي ڇڏيو، ڇوتہ سيدنا غوث اعظم جن ان مرتبي تي فائز كيا ويا هئا جيئن سندن جو ارشاد پاڪ آهي تہ منهنجو هي قدم هر ولي جي گردن مٿان آهي.

جيكڏهن ٻيا ماڻهو سلطان آهن تہ هي خلفِ صادق شهنشاه سلاطين آهن ۽ سندن اسم گرامي شيخ سيد سلطان محي الدين عبدالقادر جيلاني آهي. جنهن دين اسلام كي ٻيهر زنده كيو ۽ طريقو كافرن جو ختم كري ڇڏيو. ۽ نبي

ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جو بہ اهو ئي ارشاد پاڪ آهي تہ "الشيخ يحيي قطبيت" شيخ ڪامل زنده ڪندو آهي ۽ ماريندو آهي.

امام المحدثين وڏيڪ فرمائن ٿا تہ غوث الثقلين جي معنيٰ ئي آهي تہ جن ۾ انسان ان جي پناهہ وٺن جيتوڻيڪ مان بيڪس ۽ لاچار ۽ ان جي پناهہ جو طلبگار ۽ ان جي دربار جو غلام آهيان. مون تي ان جو ڪرم ۽ عنايت آهي ۽ ان جي مهربانين جي بغير ڪوئي فرياد دانهن ٻڌڻ وارو ڪونهي.

وڏيڪ امام المحدثين فرمائي ٿو تہ اميد آهي تہ ڪڏهن جيڪڏهن مان راهہ کان ڀٽڪي وڃان تہ اهو رهبري ڪري ۽ جيڪڏهن ٿوڪر کاوان تہ اهو سنڀاليندو. ڇوتہ سيدنا غوث اعظم جن پنهنجي دوستن کي خوشخبري ڏني آهي تہ الله تعالي مونکي هڪ رجسٽر (ٻُڪ) ڏئي ڇڏيو آهي. جنهن ۾ منهنجي قيامت تائين مريدن جو نالو لکيل آهي. حڪم الاهي ٿي ويو آهي تہ مان ان جي مغفرت فرمائي ڇڏي آهي. ڪاش منهنجو نالو بہ سندن جي مريدن جي رجسٽر ۾ لکيل هجي. پوءِ مونکي ڪوئي غم نہ ٿيندو ڇوتہ منهنجي خواهش جي مطابق منهنجو ڪم پورو ٿي ويو آهي. مان نا مراد بہ غوث الثقلين جو مريد ٿي ويو آهيان قبول ڪري يا انڪار ڪري ڇڏي هي ان جي هٿ ۾ آهي مان ان جي طلبگارن مان آهيان ان کي چاهڻ ان جي اختيار ۾ آهي.

(اخبار الاخيار)

**حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رحہ:** حضور پر نور سيدنا غوث اعظم رضي الله عنہ جن جي زماني کان وٺي قيامت تائين جيترا بہ اولياء، اقطاب، اوتاد، غوث يان مجدد ٿيندا سڀ فيضان ولايت ۽ برڪات طريقت حاصل ڪرڻ ۾ سيدنا غوث اعظم جن جا محتاج ٿيندا، بغير ان جي واسطي ۽ وسيلي سان قيامت تائين ڪوئي ولي ٿي نہ سگهندو.

**حضرت شاهہ اسماعيل دهلوي رحہ:** جن فرمائن ٿا تہ اڄ جي دور ۾ ڪنهن بہ وليءَ کي ولايت ۽ ڪنهن بہ قطب کي قطبيت باالواسطہ يان

بلاواسط جي طور تي حضرت سيدنا غوث اعظم جن جي روحاني فيض کان سواءِ نٿي ملي سگهي، ڪو به ولي جيڪو رتبه ولايت تي فائض ٿيندو آهي ان تي سيدنا غوث اعظم جي روحاني توجه شامل هوندي آهي، يان ان کي اهو مقام حضرت علي ڪرم الله وجهه جي روحاني نسبت سان ملندو آهي، پر هي ممڪن ئي ناهي ته ان سان گڏ بالواسط يان بالاواسط سيدنا غوث اعظم جن جي روحاني فيض جو عمل دخل نه هجي.
(ڪتاب صراط المستقيم)

**حضرت ابو سعيد بن ابي بڪر الحريمي رحه** جن فرمائن ٿا ته غوث اعظم جن جون ڪرامتون هڪ هار آهن جنهن ۾ جواهرات بي مثال پوئيل آهن.

**سيدنا ابو الوفا رحمته الله عليه** جن شان غوثيت ماب ۾ هڪ قول جي طرف اشارو آهي جنهن ۾ انهن فرمايو ته

(کل دیک یصح و یسکت الا دیکک فانه یصح الي ان تقوم القیامته)

سين جي عظمت و شان جو پکي مخصوص وقتن ۾ چمڪندو رهيو مگر غوث اعظم جي عظمت جو مرغ هميشه سندن شان ۾ بانگون ڏيندو رهندو، جو ته سندن ارشاد گرامي آهي ته

(الانس لهم مشائخ والجن لهم مشائخ والملائکه لهم مشائخ وانا شیخ الکل)

انسانن جنن ۽ فرشتن ۾ مشائخ هوندا آهن ۽ مان سين جو شيخ "**شيخ الڪُل**" آهيان.

**حضرت شاه سليمان تونسوي رحه** جن اڪثر فرمائيندا هئا ته حضرت بهاءِ الدين رحمته الله عليه جن ته هيئن چيو آهي ته

هي شعر آهي "که بر شیران شرف دارد سگ درگاه جیلاني"

غوث الا عظم جن جو ڪتو شِينهَن تي شرف رکندو آهي. پر مان چوان ٿو تہ "ڪہ بر پيران شرف دارد سگ درگاه جيلاني" تہ غوث اعظم جو ڪتو پِيرن تي بہ فضيلت رکندو آهي.

(مهر منير ص 306)

**حضرت خواجہ خضر عليہ السلام** جن جو فرمان پاڪ آهي تہ

اتخذ الله ولياً كان او يكون الا وہو متأدب معه الي يوم القيٰمته.

الله تعاليٰ جنهن کي بہ ولي بڻايو يان قيامت تائين بڻائيندو اهي سڀ غوث الاعظم جو احترام ڪندا آهن.

**حضرت شيخ قاسم بصري رحہ** جن فرمائن ٿا تہ حضرت خضر عليہ السلام جن فرمائن ٿا تہ حضرت غوث اعظم رحہ جن فرد احباب ۽ قطب اولياء آهن، هن وقت تائين الله تعاليٰ ڪنهن ولي کي ناهي پهچايو ڪنهن مقام تي مگر واسطي سندن جي، ۽ نہ بخشيو الله تعاليٰ ڪنهن مقرب کي ڪوئي حال مگر واسطي سندن جي ۽ نہ بڻائيندو آهي الله ڪوئي ولي جيستائين هو شيخ عبدالقادر جو ادب ڪرڻ وارو نہ هوندو قيامت تائين.

(مرجع سابق ص 20)

**حضرت شيخ ابومدين رضي الله عنہ** جن فرمائن ٿا تہ مان حضرت خضر عليہ السلام سان ٽي سال پهريان ملاقات ڪئي ۽ مان ان کان مشرق ۽ مغرب جي مشائخن جي باري ۾ ۽ شيخ عبدالقادر غوث اعظم جي باري ۾ پڇيو تہ پاڻ فرماين تہ غوث اعظم صديقن جو امام، ۽ عارفن جي حجت ۽ دليل آهن هو معرفت ۾ روح ۽ اوليائن ۾ نادرالشان آهن ان جي ۽ مخلوق جي وچ ۾ هڪ نفس باقي آهي ۽ مراتب اوليا ان نفس جي پٺيان آهن. (مرجع سابق ص 21)

**حضرت شيخ احمد حريمي رضي الله عنہ** ۽ حضرت شيخ ابو عمر عثمان رضي الله عنہ جن کان روايت آهي تہ قسم آ خدا جو نہ ظاهر ڪيو

خدا پاڪ گزريل زماني ۾ ۽ نہ ظاهر ڪندو وجود عالم تائين اوليائن ۾ مثل شيخ عبدالقادر جي.

(مرجع السابق نفس الصفحہ)

**حضرت ابو محمد بن علي بن ادريس** جن کان روايت آهي تہ شيخ ڪبير شهاب الدين ابو حفض عمر سهروردي جن فرمايو تہ مون سان سچو خواب بياب ڪيو تہ پاڻ فرماين تہ منهنجي مٿان خواب ۾ قيامت جو حال ظاهر ٿيو بس سڀني انبيائن ۽ اوليائن کي ۽ جناب سيد المرسلين کي ۽ امت جي اوليائن کي ڏٺو انهن ۾ هڪ اولياء کي سڀ کان افضل ڏٺو مان پڇيو تہ هي ڪير آهي؟ مون کي ٻڌايو ويو تہ هي شيخ عبدالقادر آهي.

(زبدت الاسرار شيخ عبدالحق محدث دهلوي ص 24)

**امام رباني حضرت مجدد الف ثاني رحمتہ اللّٰہ عليہ** جن سيدنا غوث اعظم جن جي باري ۾ ارشاد فرمائن ٿا تہ

سيدنا علي المرتضيٰ شير خدا عليہ السلام جن کان ولايت جو سلسلو و منصب هلي ڪري يارنهن امامن وٽ رهيو ۽ حضرت امام حسن عسڪري کان پوءِ سيدنا غوث الاعظم جن جي روح مبارڪ سان متعلق ٿي ويو مذڪوره ٻارنهن امام ۽ سيدنا غوث اعظم جن جي درميان ڪوئي شخص ان مرتبي تي ناهي هاڻي جيڪو بہ فيض اقطاب ۽ ولين تائين پهچي ٿو اهو سيدنا غوث اعظم جن جي ذريعي سان ئي پهچي ٿو ان جي مرڪز ولايت کان بغير ڪنهن کي فيض نہ ملي سگهندو.

(مڪتوبات شريف دفتر اول حصو03 ص 120)

(قاضي ثناءالله پاني پتي،شاگرد شاه ولي الله محدث دهلوي. خليفہ مظهر جان جانا رحمتہ الله عليہ)

**حضرت شيخ علي بن الهيئتي رحہ** جن فرمائن ٿا تہ مان شيخ بقا حضرت غوث الاعظم رضي الله عنہ جن سان گڏ حضرت امام احمد بن حنبل رحہ جن

جي مزار تي حاضر ٿيا سين تہ امام احمد بن حنبل رحہ جن قبر کان ٻاهر نڪري سرڪار کي سيني سان لڳايو ۽ چيائين تہ " اي شيخ مان علم شريعت و حقيقت و حال ۾ توهان جو محتاج آهيان.

(قلائد الجوهر، تحفہ قادريہ، سفينتہ الاولياء)

**امام احمد بن حنبل:** سيدنا سرڪار غوث الاعظم جن امام احمد بن حنبل جن جا مقلد هئا پاڻ حنبلي هئا ان جي وجہ بہ دلچسپي واري آهي تہ " هڪ رات حضور غوث الاعظم جن خواب ۾ حضور سيد عالم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي زيارت ڪئي ۽ ڏٺو تہ امام احمد بن حنبل جن پنهنجي ڏاڙهي پڪڙي بيٺا آهن ۽ آقا عليہ السلام جن کي عرض ڪري رهيا آهن تہ يا رسول الله! پنهنجي پياري پٽ محي الدين کي فرمايو تہ هن پوڙهي جي حمايت ڪري. آقا عليہ السلام جن مسڪرائي فرمايو تہ اي عبدالقادر! ان جي درخواست پوري ڪريو، تڏهن پاڻ ارشاد نبوي تي عمل ڪندي ان جي التماس ڪئي ۽ فجر جي نماز حنبلي مصلي تي پڙهائي.

(تفريح الخاطر)

**حضرت شيخ علي بن الهيئتي رحہ** جن فرمائن ٿا تہ مان شيخ بقا حضرت غوث الاعظم رضي الله عنہ جن سان گڏ هڪ دفعو حضرت معروف ڪرخي رحہ (مستجاب الدعوات بزرگ جن جي قبر مبارڪ تي هر دعا قبول ٿيندي آهي، ماڻهو سندن مزار مبارڪ تي حاضر ٿي بارش جي لاءِ دعا ڪندا آهن تہ بارش جلدي وسندي آهي سندن وصال سن 200ھ ۾ ٿيو) جن جي مزار مبارڪ تي حاضر ٿيا سين تہ سرڪار غوث الاعظم جن هيئن سلام ڪيو "السلام عليڪ يا شيخ معروف عبرتنا بدر جتہ " توهان تي سلام هجي اي شيخ معروف توهان مون کان هڪ درجو اڳتي آهيو. جڏهن ٻئي دفئي پاڻ حضرت شيخ معروف ڪرخي رحمتہ الله عليہ جن جي مزار تي تشريف فرما ٿيا تہ سلام هنن لفظن ۾ ڪيائون تہ "السلام عليڪ يا شيخ معروف عبرناڪ بدر جتين " اي شيخ معروف توهان تي سلام هجي اڄ اسان توهان کان بہ درجا مٿي آهيون تہ مزار

مبارڪ مان آيو تہ ”وعليڪ السلام يا سيد اهل زمانہ“ وعليڪم سلام توهان تہ سڀ جهان وارن جا سردار آهيو.

(بحجتہ الاسرار، قلائد الجواهر، تحفہ قادريہ)

**حضرت شيخ ابو محمد يوسف العاقولي رحہ** جن فرمائن ٿا تہ هڪ دفعي مان حضرت شيخ عدي بن مسافر رحہ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ حضرت شيخ جن مون کان پڇيو تہ توهان ڪٿان کان آيا آهيو؟ مون عرض ڪيو تہ حضرت شيخ مان بغداد کان ۽ سيدنا سرڪار غوث السڪلين جن جي مريدن مان آهيان.

**حضرت عدي بن مسافر رحہ** جن فرمايو تہ سيدنا غوث الاعظم جن تہ قطب وقت آهن جڏهن انهن ارشاد مبارڪ (قدمي هذه علىٰ رقبتہ ڪل ولي الله) فرمايو هو تہ ان وقت ٽي (03) سَوَ ولي الله ۽ ست (07) سَوَ رجالِ غيب جن مان ڪجهہ زمين تي رهڻ وارا ۽ ڪجهہ هوا ۾ اڏڻ وارا هئا انهن پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو بس هي مون لاءِ ان جي عظمت ۽ بزرگيءَ جو ڪافي دليل آهي.

**حضرت شيخ ابو عمرو عثمان صريفيني رحہ** جن فرمائن ٿا تہ شيخ بقا بن بطو ۽ شيخ علي بن ابي النصر الهيتي ۽ شيخ ابو سعد قيلوي رحہ جن سيدنا غوث اعظم جن جي مدرسي ۾ ايندا هئا تہ ٻهاري ڏئي چمڪار ڪندا هئا. سيدنا غوث الاعظم جن فرمائيندا هُئن تہ ويهي رهو توهان ٻهاري نہ ڏيو تہ اهي فرمائيندا هئا تہ سرڪار اسان جي لاءِ اَمان آهي سيدنا غوث الاعظم جن فرمائيندا هُين تہ توهان کي اَمان آهي پوءِ اهي ادب سان ويهي رهندا هئا.

راوي جو چوڻ آهي تہ مان اڪثر ڪري ڏسندو هُئس تہ جيڪي بہ مشائخ ولي سڳورا سيدنا غوث اعظم جن جي مدرسي يا خانگاهہ جي ويجهو پهچندا هئا تہ اهي آستاني مبارڪ کي چمندا هئا.

(بحجتہ الاسرار ص 40)

**حضرت امام احمد رضا خان بريولي رحہ جن فرمائڻ ٿا تہ**

اي غوث پاڪ! جيڪڏهن ڪوئي مون کي ذليل و رسوا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو تہ ماڻهو چوندا تہ هي اهو شخص تہ ناهي جيڪو چوندو هو تہ مان غوث پاڪ جو غلام آهيان؟ منهنجي لاج توهان جي هٿ ۾ آهي ۽ منهنجي رسوائي کان توهان جي عزت و لجپالي تي بہ حرف ايندو.

(مقام غوث الاعظم اعليٰ حضرت جي نظر ۾)

"**روضتہ النواظر و نزهتہ الخواطر**" ڪتاب ۾ انهن مشائخن جو ذڪر ڪيو ويو آهي جن سيدنا غوث الاعظم جن جي مرتبہ و مقام جي شاهدي ڏني آهي. انهن مشائخن مان حضرت امام حسن بصري رحمتہ الله عليہ جن جو بہ نالو آهي ۽ هي بہ آيو آهي تہ سندن کان بعد وارا اولياء ۽ سندن کان پهريان دنيا ۾ اچڻ وارا اولياء ڪرام سيئي جو سيئي سيدنا غوث اعظم جي مرتبي و مقام کي مڃيندا آهن ۽ ڪير بہ سندن شان جو منڪر ناهي ٿيو.

(روضتہ النواظر و نزهتہ الخواطر)

**حضرت سلطان باهو رحہ** جن فرمائن ٿا تہ : شهنشاهہ جيلاني شاهہ عبدالقادر جيلاني امت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جا شفيع آهن. سبحان الله، ان جي رب ان کي ڪهڙي نہ شاندار قدرت عطا ڪئي آهي جو سڪندر بہ ان جي غلامي جو دم هڻن ٿا.

اي شاهہ جيلان افلاطون کي توهان جي علم جي سامهون پنهنجي لاعلمي جو اعتراف آهي، سڀي جهان جا تاجدار توهان جي در جي نوڪرن جا بہ نوڪر آهن، هي تاجداري ۽ سلطاني توهان کي ئي حاصل آهي، جيڪڏهن توهان چاهيو تہ هڪ دم ۾ شاهن کي گدا ڪري ڇڏيو ۽ گدائن کي شاهہ ڪري ڇڏيو.

اي غوث رباني ڪهڙي نہ عاليشان توهان جي سلطاني آهي جو قيصر بہ توهان جو غلام آهي ۽ خاڪان توها جي در جو پهاريدار آهي، خدا جو قسم توهان جو ڪو ناهي ۽ توهان جهڙو ڪو صاحب حشمت ۽ صاحب عظمت نہ

ٿيو نہ ئي وري ٿيندو، ڇا ناسوتي ڇا ملڪوتي ڇا جبروتي ۽ ڇا لاهوتي سڀ توهان جي زير قدم آهن. ها هيءَ کهڙي نہ عاليشان سلطاني آهي توهان جي، حقيقت توهان کان روشن ٿي طريقت توهان کان گلشن بڻي، توهان آسمان شريعت جا چنڊ ۽ نوراني خورشيد آهيو، باغ صوفيا جا ثمر آهيو، بزم مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جا شمع آهيو، حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن جي اکين جي ٺڏاڻ آهيو، ۽ حق تعاليٰ جا محبوب آهيو.

اي دل تو ان جو مريد ٿي وڃ، تہ توتي ان جو لطف ۽ ڪرم وڌيڪ ٿي وڃي، تو ڏٺو تہ هو ڪيترو نہ اوصافن حميده جو مالڪ آهي، پهريان پنهنجي زبان کي آب ڪوثر سان ڌوئي پاڪ ڪري پوءِ محي الدين جو نالو وٺ.

اي شاهہ جيلان رضہ سڀي جهان جا پوڙها، بار ، عورتون ۽ مرد توهان جا مريد آهن، خطا پوشي عطا پوشي، دين بخشي ۽ جهان باني توهان جي وصف خاص آهي، توهان اوليائن جا شاهہ آهيو، ۽ اولياء توهان جي در سوالي آهن، مشائخ توهان جي در تي سر جهڪائيندا آهن، ۽ توهان جي درباني تي فخر ڪندا آهن، سڀئي ديو ،ملائڪ، پريون ، جن توهان جي زير فرمان آهن، توهان شهنشاهن جا شهنشاهہ ۽ انسانن ۽ روحانن جا امام آهيو، توهان عبدالقادر آهيو ۽ اهڙي قدرت جا مالڪ آهيو جو ڪرم نوازي فرمائيندا آهيو توهان پناهہ حاجات ۽ لحظي ۾ دور ڪندا آهيو، دنيا ۾ در عدن بخشيدا آهيو ۽ عقبيٰ ۾ جنت الماويٰ انعام ۾ ڏيندا آهيو، رحمت فرمايو توهان بحر الطاف آهيو ۽ شفقت فرمايو توهان احسان ڪندڙ آهيو، توهان جي دستگيري ۽ دل پذيري پنهنجي لاءِ جاءِ پناهہ آهي، مهرباني ڪري لطف ۽ ڪرم ڪري مون کي پريشاني کان نجات ڏياريو، منهنجو جگر زخمي آهي، اندر بہ حال ضعيف آهي دل توهان جي لطف ۽ ڪرم جي منتظر آهي، انتهائي احسان ڪري منهنجو علاج ڪيو، ۽ دوا ڏيو، توهان جا مون جهڙا هزارين غلام دنيا ۾ موجود آهن پر منهنجي لاءِ توهان جي آستاني کان سواءِ ٻي ڪا جاءِ پناهہ ناهي، توهان جي مرضي آهي تہ پناهہ ڏيو

يان ڏکاري ڇڏيو، مون وٽ درد جي شدت کان سواءِ ٻو ڪجھ بہ ناهي، گھڻين ئي پريشانين گھيري ورتو آهي، مهرباني ڪري ڪرم ڪيو مون کي هنن تڪليفن کان نجات ڏياريو، مان توهان جي در جو سوالي آهيان، توهان جي سواءِ منهنجي دستگيري ڪرڻ وارو ٻيو ڪوئي غم خوار ناهي، مون تي نظر رحمت فرمايو ڇو تہ توهان مختيار سبحاني آهيو، هي عاجز ٻانهو اوهان جي گليءَ ۾ اچي بيٺو آهي عجب ناهي جو ان ذري کي خورشيد ڪري ڇڏيو.

(ڪليد التوحيد ڪلان)

**حضرت شيخ عثمان صريفيني** جن بيان ڪن ٿا تہ حضرت شيخ سيدنا غوث اعظم جن جا همعصر مشائخ ڪرام عراقي جڏهن سندن جي بارگاهہ غوثيت ۾ حاضر ٿيندا هئا تہ سندن جي مدرسي جي چائٺ کي چمندا هيا.

**حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحہ** جن فرمائن ٿا تہ: محبوب سبحاني قطب يزداني سيدنا عبدالقادر جيلاني جي مجلس مبارڪ ۾ ڪل اولياء رحمان، انبياء ڪرام جسماني حيات سان گڏ ۽ روحن سان گڏ ۽ جن و ملائڪ تشريف فرما ٿيندا هئا، حضور صلي الله عليہ وسلم جن بہ تربيت ۽ تائيد جي لاءِ جلوه افروز ٿيندا هئا، ۽ حضرت خضر عليہ السلام تہ اڪثر ڪري سندن جي مجلس مبارڪ ۾ ايندا رهندا هئا، ۽ مشائخ زمانہ مان جنهن سان بہ ملاقات ٿيندي هين تہ ان کي بہ سندن جي مجلس ۾ اچڻ جو تاڪيد ڪندا هئا، ۽ اهو فرمائيندا هئا تہ جنهن کي بہ فلاح و بهبود جي خواهش هجي تہ ان جي لاءِ ضروري آهي تہ سندن جي مجلس ۾ حاضري ڏيندو ڪري.

(بهجتہ الاسرار)

**حضرت ابو سعيد قيلوي رحہ** جن فرمائن ٿا تہ مان ڪيترائي دفعا محبوب آقا عليہ السلام ۽ ٻيا بہ انبياء ڪرام عليهم السلام کي سندن جي مجلس مبارڪ ۾ ڏٺو، ۽ ملائڪ سندن جي مجلس مبارڪ ۾ ٽولا ٽولا ٿي ڪري حاضر ٿيندا رهندا هئا، ۽ اهڙي طرح رجال الغيب بہ سندن جي مجلس

مبارڪ ۾ حاضر ٿيندا هئا، ۽ حاضري ۾ هڪ ٻئي کان سبقت حاصل ڪندا هئا.

(بهجتہ الاسرار)

## يارهين شريف

امام المحدثين حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحہ جن فرمائن ٿا تہ اسان پنهنجي امام و سردار عارف ڪامل شيخ عبدالوهاب قادري متقي رحہ جن کي سيدنا غوث الاعظم جن جو يوم عرس (يارهين شريف) پابندي سان ملهائيندي ڏٺو آهي ان کان علاوه ٻيا بہ مشائخ ڪرام عرس مبارڪ ملهائيندا آهن.

(ثبت السنت ص 124 کان 127)

حضرت محمد بن جيون رحہ جن فرمائن ٿا تہ ٻين مشائخن جو عرس مبارڪ سال جي آخر ۾ ايندو آهي پر سيدنا غوث اعظم جن جو هي امتيازي شان آهي تہ دين جي بزرگن سندن جو عرس مبارڪ هر مهيني جي يارهين شريف تي مقرر فرمايو آهي.

(الوجيز القراط ص 83)

## نعره غوث الاعظم

اَنَا الجِيلي مُحي الدِين اِسمِی

وَاَعَلامِی عَلیٰ راسِ الجِبالِ

" مان جيلاني آهيان ۽ منهنجو لقب دين کي زنده ڪرڻ وارو آهي منهنجي عظمت جا جهنڊا پهاڙن جي چوٽين تي لهرائن ٿا".

هذا وجود جدي محمد صلي الله عليه وسلم لا وجود عبدالقادر

"هي وجود تہ عبدالقادر جو ناهي بلڪ ان جي ناني محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جو آهي".

انا نائب رسول الله و وارثه فی الارض

"مان پنهنجي ناني آقا عليہ السلام جو نائب آهيان ۽ روءِ زمين تي سندن جو وارث آهيان"

(الانس لهم مشائخ والجن لهم مشائخ والملائكه لهم مشائخ وانا شيخ الكل)

انسانن جنن ۽ فرشتن ۾ مشائخ هوندا آهن ۽ مان سڀن جو شيخ " شيخ الكُل" آهيان.

مريدي لا تخف الله ربي

عطاني رفعته نلت المنال

اي منهنجا مريد صادق! ڊڄ نہ ڇوتہ الله منهنجو رب آهي جنهن مون کي بلندي عطا ڪئي آهي ۽ مان پنهنجون تمام مقصد و بلنديون حاصل ڪري چڪو آهيان.

وكل ولی له قدم وانی

علی قدم النبی بدر الكمال

هر ولي جي لاءِ هڪ قدم آهي يعني مرتبو آهي ۽ مان سرڪار دو عالم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي قدم مبارڪ تي آهيان جيڪو آسمان ڪمال جي بدر الڪمال آهن.

انا مريدی حافظ ما يخافه واحرمه من كل شر و فتنته

مان پنهنجي مريد جي حفاظت ڪندو آهيان هر خوف واري شيءِ ڪان هر فتنہ و شر ڪان.

مريدي اذا ما كان شرقا و مغربا

اغثه اذا ما سار فی اي بلدت

منهنجو مريد مشرق و مغرب جي ڪنهن شهر ۾ هجي مان ان جي مدد ڪندو آهيان.

ايما مسلم عبر علي باب مدرستى فان عذاب يوم القمته يخفف عنه

منهنجي مدرسي جي دروازي کان گذرڻ وارن تي به عذاب ۾ گهٽتائي ڪئي ويندي.

من لم يكن مريدي جيد فانا جيد

جيڪڏهن منهنجو مريد باڪمال ناهي ته مان ته باڪمال آهيان.

انا البارى اشهب كل شيخ

ومن ذا فى الرجال اعطى مثالى

مان باز اشعب جي طرح تمام مشائخن تي غالب آهيان، بڌايو مردان خدا مان ڪير آهي جنهن ڪي مون جهڙو مرتبو عطا ڪيو ويو هجي.

شربتم فضلتى من بعد سكرى

ولا نلتم علوى واتصالى

منهنجي مست ٿيڻ کان پوءِ تون منهنجي بچي ڪچي شراب پيئ چڏي، پر منهنجي بلند مرتبي ۽ قرب کي نه پهچي سگهين.

## (غزل سيدنا غوث اعظم جن جي ڪلام جا چند اشعار)

### سندن جو فارسي حمديہ ڪلام

تا ابد يارب ز تو من لطفها دارم اميد

از تو گر اميد برم از ڪجا دارم اميد

اي منهنجا رب ڪريم مان توکان هميشہ لطف ڪرم جي اميد رکان ٿوجيڪڏهن توکان اميد نہ رکان تہ پوءِ ڪنهن کان اميد رکان.

هم فقيرم هم غريبم بيڪس و بيمار و زار

يک کدح زان شربت دار الشفا دارم اميد

مان فقير آهيان مان غريب آهيان بيڪس ۽ نادان آهيان مان تنهنجي شفا بخش شربت جي هڪ جام جي اميد رکان ٿو.

نا اميدم از خود و ز جمله خلق جهان

از همه نو ميدم اما از تو مي دارم اميد

مان نا اميد آهيان پنهنجي ذات کان ۽ جملہ مخلوقات کان سڀ کان نا اميد آهيان پر توکان ئي اميد رکان ٿو.

هم بدم بد گفته ام بد مانده ام بد کرده

ام اوجود اين خطاها من عطا دارم اميد

مان برو آهيان بريون ڳالهيون ڪندو آهيان بري انداز ۾ رهندو آهيان، برا ڪم ڪندو آهيان انهن خطائن جي باوجود تنهنجي بخشش جي اميد رکان ٿو.

منتهاے کار تو دائم که آمر زيدن است

زانکه من از رحمت بی منتها دارم اميد

اي مولا آخر توکي بخشڻو آهي تہ ان وجهہ کان مان بي انتها رحمت جي اميد رکان ٿو.

ہر کہ اميد دارد از خدا وجز خدا ليک عمری

شد کہ از تو من ترا دارم اميد

هر ڪوئي خدا کان خدا جي سواء جي اميد رکي ٿو پر عمر گذري وئي جو مان توکان تنهنجي ذات جي اميد رکان ٿو.

روشنی چشم از گريہ کم شد اے حبيب اين زماں

از خاک کويت توتيا دارم اميد

اي حبيب روئڻ جي وجهہ کان اکين جي روشني گهٽجي وئي هن وقت تنهنجي گهٽي جي خاڪ جي سرمي جي اميد رکان ٿو.

محی ميگويد کہ خون من حبيب من بريخت

بعد ازيں کشتن ازو من لطفها دارم اميد

"محي" چوي ٿو تہ منهنجو خون منهنجي حبيب وهايو آهي ان قتل کان پوءِ بہ ان جي لطف و ڪرم جي اميد رکان ٿو.

02

(ربيع الثاني سنہ 561 ھ ۾ عالم استغراق ۾ سيدنا غوث اعظم جن هي نوراني اشعار فرمايا هئا)

بی حجابانہ در آتا در کاشانہ سا

کہ کسی نيست بجز درد تو در خانہء ما.

مهنجي جهوپڙي ۾ بي حجاب اچ، ڇاڪاڻ جو تنهنجي درد کان سواءِ ان ۾ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ آهي.

فتنه انگيز مشو کاکل مشکين مشکا،

تأب زنجير ندارد دل ديوانه ماَ.

فتنو نہ ڪر ۽ انبرين زلف کي نہ کول، ڇاڪاڻ جو اسان جي ديواني دل ان جي زنجير ۾ گرفتار ٿيڻ جي طاقت نہ ٿي رکي

مرغ باغ ملکوتم درين دير خراب،

ميشود نور تجلائي خدا دانئه ماَ.

هن دنيا جي خرابات ۾ مان ملڪوتي باغ جو پکي آهيان، الله جي نور جون تجليون اسان جي روح جي غذا آهن.

گر نکير آيد وپرسد که بگو رب تو چيست،

گويم آنکس که ربود اين دل ديوانه ماَ.

جڏهن نڪير ۽ منڪر ايندو ۽ پڇندو تہ تنهنجو رب ڪير آهي تہ مان چوندس تہ اهو آهي جنهن اسان جي ديواني دل کسي ورتي آهي.

''محي'' به شمع تجلائي جمالش مي سوخت،

دولت مي گفت زهي همت مردانه ماَ.

"محي" اُن جي جمال جي شمع جي تجليءَ تي هلي ٿو، دوست بہ سڏي چوي ٿو تہ، آفرين هجئي تنهنجي مردانہ همٿ تي.

# سيدنا غوث اعظم رضي الله عنہ جن جا 99 اسم مبارڪ

جيئن الله جل جلالہ ۽ محبوب آقا صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جا 99 نالا آهن تيئن ئي ڪن ڪتابن ۾ سيدنا غوث اعظم رضي الله عنہ جن جا 99 اسم مبارڪ اچن ٿا جيڪي هتي پيش ڪجن ٿا.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

هُوَ القُطبُ الّذِي لَا قُطبَ اِلاَّ هُوَ عبدالقَادِر

صَلّي اللهُ عَلِيہِ وّآلِہ وَسَلّمُ تَسلِيما ڪَثِيرا بِرَحَمِتڪَ يَا ارحَمَ الرّاحِمِين

| | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| عبدالقادر | سیّد | مؤید | کریم | عظیم | شریف | ظریف | امام | ہمام |
| سالک | ناسک | مؤمن | مؤقن | منعم | مکرم | طبیب | طیب | مطیب |
| جواد | منقاد | قائم | صائم | عابد | زاہد | ساجد | واجد | جیلی |
| حنبلی | نقی | کامل | باذل | ذکی | صفی | جمیل | جلیل | ماض |
| مناص | سعید | رشید | سخی | وفی | پارسا | نقیب | نجیب | خاضع |
| خاشع | صاحب | ثاقب | وارث | حارث | وارع | بارع | فائق | لائق |
| راسخ | شامخ | ولی | خفی | ظاہر | طاہر | مطیع | منیع | لبیب |
| حبیب | شاہد | راشد | زائد | قائد | بصیر | منیر | سراج | تاج |
| فائح | فاتح | مقرب | مہذب | خلیل | دلیل | صادق | حاذق | سلطان |
| برہان | حسنی | حسینی | عالم | حاکم | معین | مبین | مصباح | مفتاح |
| شاکر | ذاکر | ملاذ | معاذ | صالح | ناصح | فالح | واضح | محی الدین |

(تفریح الخاطر، صفحہ ۵۴، ۵۵ مطبوعہ مصر)

## ماخذ

بهجته الاسرار، فتوح الغيب، سيرت غوث الثقلين، قلائد الجواهر، سفينته الاولياء، ملفوظات اعليٰ حضرت، تفريح الخاطر، اخبارالاخيار فارسي، روضته النواظر و نزهته الخواطر، مقام غوث الاعظم اعليٰ حضرت جي نظر ۾، تحفہ قادريہ، سيد عبدالقادر جيلاني رحہ، تزکره شهنشاه بغداد،عظمت غوث اعظم (رضي الله عنہ)، سيرت غوث اعظم، پنج گنج، بيدل نامو، انباه ۾ آڙاه، ڪرامات غوث اعظم، سواج عمري غوث پاڪ، غوث پاڪ جي حالات، جنات ڪا بادشاه، ڪرامات غوث اعظم، مڪتوبات غوث اعظم، مناقب حضرت غوث اعظم، جواهر العشاق، شاه جيلان، شرح ديوان غوث اعظم،تعليم غوثيہ، تزکره غوث صمداني، تحفته القادريہ، شهباز لامڪاني، ختم شريف غوثيہ،سيد عبدالقادر جيلاني رحہ، تحفته الجيلاني

*** ختم شده ***